شاعري

# وطن ۽ ويساھ

(بيت ۽ وايون)

استاد بُخاري

روشني پبليڪيشن
ڪنڊيارو
1997ع

Roshni Book No. 113

وطن ۽ ويساه
(شاعري)

شاعر: استاد بخاري

چاپو پهريون: © روشني 1997ع

ڪمپوزنگ: حبيب قادر قريشي ۽ حسين سومرو

نيو سنڌ ٽيڪ ڪمپوزرس، حيدرآباد.

ڇپيندڙ: فائين ڪميونيڪيشن، حيدرآباد

ڇپرائيندڙ: روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو

قيمت: 125.00 رپيا

ٽائيٽل ڊزائين
عبدالرسول عباسي

WATAN AAIN VESSAH
A Collection of Sindhi Poetry by: Ustad Bukhari
Composed by: Habib Qadir Qureshi & Hussain Soomro
Printed by: Fine Communication Hyderabad.
Published by: Roshni Publication Kandiaro
First Edition © Roshni 1997

## انتساب

* هِن ۽ ايندڙ صديءَ جي اُنهن سيني انسانن ڏانهن، جيڪي
سنڌ ۽ سنسار ۾ امن، امان، انصاف قائم ڪرڻ لاءِ پنهنجا
حيلا، وسيلا هلائي رهيا آهن ۽ هلائيندا رهندا.

** هوندئن نہ مٽي جي چپٽي آهيان،
جيئي سنڌ تہ ذرتي آهيان.

استاد بخاري
12.5.1990

---

انتساب:

* ”جيئڻ ڪارڻ جيڏيون“
۽
** ”سچڻ ۽ سائيهہ“ لاءِ.

## تنهنجا مون تي ٿورا ڪي ٿورا نہ ناهن!

روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو پاران بابا سائين اُستاد بخاريءَ جو هي ڇهون ڪتاب آهي. محترم علي نواز گهانگهري جنهن معيار ۽ پيار سان هي ڪتاب ڇپرايا آهن، ان لاءِ اسين سندس ٿورائتا آهيون.

هن ڪتاب "وطن ۽ ويساهہ" ۾ ٻہ مجموعا "جيئڻ ڪارڻ جيڏيون" ۽ "سڄڻ ۽ سانيهہ" شامل آهن، جيڪي موضوع جي لحاظ کان ويجها ۽ مواد جي لحاظ کان ننڍا هئڻ ڪري گڏ شايع ڪرايا ويا آهن.

هن سلسلي ۾ اسان سان مٺي ڀاءُ علي دوست عاجز جو خلوص؛ ساٿ ۽ سهڪار پڻ رهيو آهي ۽ اميد تہ هميشه رهندو.

**ڊاڪٽر الطاف بُخاري**

**استاد بخاريءَ جو گهر**

غريب آباد - دادو - سنڌ

(10.11.1995)

ڪشين، چيلهه ڪتار، نچين، پيلهه نگار سان،
مٿان تيغ، ترار، ڇيڙين راڳ، رباب تي!

●

ونگن توکي وارَ، ڪَڙِن ڪمند سِنڌُ ڪي،
گرڻ ۾ ساٿي گتا، غب غب ۾ تون غار،
ٻلوانن جا ٻار، ڇلوِللايون چو ڪرين!

●

زلف ڪري زنجير، پائي ويٺي پاڻ ڪي،
تنهنجي جُوءِ سڄي ونگي، جابر ڪئي جاگير،
ميري، مهاوير، قبضو تنوڙ ڦهار جو!

●

ڇِڇمِچلي ڇوتي، توکي ڏنگي نانگ ٿي،
ڏنگي سڄي ڏيهه کي ستم جي سوِتي،
جنگ نہ تو جوتي، دودا پنهنجي ديس لئہ؟

●

هِڪ لَب جيءَ لالي، موهيو توکي مينڌرا!،
سڄي سُهڻي سنڌ آ، قهر ڪئي ڪالي، (1)
هجين حلالي، اٿي، جُوءِ اجار تون!

●

(1) ڪالي: ڪاري

جيڏا نخرا، نازَ، ايڏا ڏچا ڏيهہ ۾،
ڪبوتر، ڪبوتريون، مٽان بکيا بازَ،
اوچتو آوازَ، جهارو، سونهن جهٽيو وجي!

●

توسان سونهن، سڳنڌ، ويئي روح وروهہ ڪئي،
گوليون، دونهان، گند، ڏُوڙيو، دشمن دوبدو!!

●

هڪ حسن پيو هڳساڻ، بيٺو هوس بهشت ۾،
محشر جو مانڊاڻ، پيهر ڪنهن ٻاري وڌو؟

●

هڪ خوشي پيو خوشبو، سامهون سهٽا تون هئين!
هڪ دڙڪا پيو ڏُوڏُو، پريو ڊُڪ بندوق ڏي.

●

هوا ۾ هبڪار، چانڊوڪِي، ڳاڙهي چُڪِي،
مِنڙا پٽڪا، ٿهڪڙا، گيتن جي گونجار،
ڪرفيو جي ڪُوڪار، کهڙي ليکي شهر ۾!

●

ميندي، مشڪ، مساڳ، ملجن، هٽجن چو نہ پر،
اڳ ۾ سنڌ – سهاڳ، تنهنکان پو تون - مان پرين!

●

(1) اکيو وانگوڙو، تَڪيو تو تڙپيو پوين!
وڏو واچوڙو، اچئي تو اونداھ جو!

●

چِٽڪن تا ڪنگڻ، ڦڙڪين تو فنڪار تون!
(2) ڪِنجھن منجھ لَنگھڻ، سامھون تر جون سورميون.

●

جھومي ٿي جُھومر، چاھيان تو ڇھتي وڄان!
ڪوني ٿي ڪيھون ڪري، ننگي ھُوءَ نينگر،
ڪُوڪاري ڪينجھر، ڪھڙو سئر ڪوي ڪري!

●

چيرون ٿيون چمڪن، ڳائن، روح - رڳون مِلي،
گوليون ٿيون ڪڙڪن، ڪوني ڦھر، مقابلو.

●

ماڪي، مصريءَ ڪان مِٺا، تووارا ماٽا،
گھٽين ۾ گھاٽا، گھوڙا، ڪھڙي پار ٿيان!

●

ناز - پريا نخرا، ڏِٺي، ھانءُ ٺريو پوي،
پونءِ نہ ٺئي بخرا، سوچي، ساھ سڙيو وڃي!

●

(1) وانگوڙو: وڏو ڪُنديو، ڪانھيون وغيرہ ڪٽڻ ۾ ڪم ايندو آھي.
(2) لنگھڻ: ٻُڪَ.

چهبڪ جهڙي چيلهه، چئي ٿي: پَل پري نہ ٿي!
ها پر، منهنجي هيلهه، ويريءَ سان ويڙهاند آ.



تنهنجي انگڙائي، انگل روز نئون ڪري،
ڏنگو لڙائي، ڏِينهون ڏينهن نئين ٻچي.



اکين ۾ آرس رکي، سونهن پڳو آرس،
الا، پر هي سنڌ جو سوڍو آ، پَروس،
در تي وڳو دَسُ، جوڌا، جنگ چڙي وئي!



جي يانئين جوڌو ٿيان، جوٿيان جِيوَن جنگ،
پنهنجي عشق اُمنگ کي، آجائيءَ سان انگ،
بيباڪيءَ سان رنگِ، پڪا پنهنجا فيصلا.



جي يانئين جوڌو ٿيان، نئون دودو ٿِيءُ!
سورهيائي ۽ سُرت جو، سَرو، پيار ۽ پيءُ،
ائين جرڪي جيءُ، جِئين سورج سوجهرو.



جي بنجو جوڌا، تيو لاڳيتا چيتا،
ڪانئرتا ڪِيتا، لونبڙ تي لوڙيو متان!



جي ڀانيون جوڌا تيون، شوق ٻڌايو شينهن،
گهورِي گدڙ – زندگي، رَقي راتو ڏينهن،
نِڌر اهڙو نينهن، اجل سان اتڪي پوي!



جي ڀانيون جهونجهار تيو، لڱ ڪريون فولاد،
دودي، دريا خان جو، آجيتو اولاد،
اوهان مان استاد، هيو ڪو فرهاد جو.



جي ڀانيون جهونجهار تيو، سپاهي، سالار،
ٻوڙايو بمبار ۽ سنيـاريو ريڊار،
هميشه هوشيار، سورهيہ ماڻن سوڀ تا.



جي ڀانيون جهونجهار تيون، ڪرنل ۽ ڪپتان،
ساموندي سِينا ڪريو، راندينَ جا ميدان،
اُين ۾ اُڌري ڪُڏو، چوڌاري چوگان،
مـچارايو مانَ، اُوچا تي اقوام ۾!



جي ڀانيون جهونجار ٽيون، رڳين ٻنجو رُڪ،
ٽٽي، ٿڏي ۾ وڏو، تِيرن وانگي ٽُڪَ،
جابر سامهون جُهڪَ، متان، چُڪَ ڪريو اها!



جي ڀانيون جهونجهار ٽيون، لڳين ٻٽجو لوهہ،
رَنين رِڻ پٽ ڊَپُ ۾، ڪنبن آن ڪان ڪوهہ،
(1) آيَوا انبوهہ، سويون ساڻ ڪنيو وتو!



جي ڀانيون جرڪي جِيونُ، رکون خودداري!
آزي، زورُ زبر اڳيان، ويتر ويچاري،
للڪارڻ واري، ٻولي ڀاجهاري نہ ٿئي.



جي ڀانيون جرڪي جِيونُ، مڙسي موچاري!
ٺئونِ زورّي ناحق اڳيان، وِڃا ويچاري،
رڳن ماَن روڙي ڪيون، نِپّل نيزاري،
سچّي سگهاري، ٻولي، گولي غير لئي.



جي ڀانيون جرڪي جِيونُ، جهد هجي جاري،
سوا جَتن - جوت جي اڳيان آنڌاري،
ٻَري ٺئون ٻارِي، سويو پنهنجو سوجهرو.



---

(1) آيَوا: بي ڊپا، بي خوف

جي پانيون جرڪي جِيون، همّت، هوشياري،
اڳتي آڪاسِي لڳون، پنتي پاتاري،
سدا سَواري، اوسر تي انسان جي.

•

جي پانيون گڏجي جيون، عدل جو اعلان،
اول گهرجي لوڪ کي لتو، نان، مڪان،
ماڻهوءَ مانُ مهان، اچا اوج، عروج ڏي.

•

جي پانيون گڏجي جيون، اوّل امن اصول،
"جيئو، جيئڻ ڏيو" ڪريون سيئي ڪرم قبول،
هرهڪ حقّ حصول، سيڪو سَرهو ڏيس ۾.

•

جي پانيون گڏجي جيون، پائُن سان تي پاءُ،
ميجون مذهب ماڻهپو، سَچون ڌرتي ماءُ،
ڪريون آدرپاءُ، انصافي انصاف جو.

•

جي پانيون گڏجي جيونَ، ماڻيو مانُ ۽ نانُ،
شيطاني انسان تئي، رحماني انسانُ،
جاڳي هيءُ جهانُ، لاڳي پاڳ پنيور ڪي!

•

جي ڀانيون گڏجي جيون، امن ۾ ايمان،
تخريبي سامان ٿئي، تعميري سامان،
آئيندو انسان، امن جو امام ٿئي!

●

جي ڀانيون آجا ٿيون، جَتن، جهد ڪريو!
نئين سَن جي هوش ۾، نئون جوش ڀريو،
جيڏو ڏيان ڏريو، ايڏي هوڏ ٻڏي هلو!

●

جي ڀانيون آجا ٿيون، قائم قوم ڪريو!
جيڪو قاتل قوم جو، تنهنجو ڏيل ڏريو،
سچو بُت ڪريو، تنهنڪان هٿ وڍيو چڱو!

●

جي ڀانئين سُک سمهان، ڏُکَ مُڪائي، سُمهه،
گهنگهر گهائي ڏيهه جا، گهير، گهٽيون ڀوءِ گهم،
چانڊوڪيءَ کي چُم، اونداهي ٻاهر ڌڪي.

●

سنڌوءَ جا سهڪار ٿيو، ونڊيو خوشحاليون،
ڀري هلو لوڪ ڏي، ٿهڪن جون ترايون،
خوشين جون ٽاريون، واٽن تي ورڇي ڏيو.

●

وطن جا سينگار ٿيو، ورسايو سينگار،
آچيو سيرت، سونهن کي، عشق کي اعتبار،
سعيو سرجڻهار، جوڙي وجهندو جوءِ کي!



غريبن جا يار ٿيو، ياري دلواري،
نفعي ۽ نقصان ۾ ياڳي ڀائيواري،
دم دم دلداري، ڏيندا هلو ڏيهه کي!



امن جا آڌار ٿيو، ڌرتيءَ ڏيو ڏِيَر،
جوڙيو آمر ايڪتا، ٽوڙيو ظلم - زنجير،
تقدير ۽ تدبير، ٻنئي ٻيلهه وٺي هلو!



جي ڀانيون سيڪو جٺي، سيني سهنجن ساڻ،
سمائي سٽ ۾ چڙيون، ڀرين پنهنجو ڀاڻ،
مٽي اوچي، نيچ ڪان، ماڻهپي جو ماڻ،
ڏولاٽو يا ڏاڻ، ونڌي، ورچي ماڻجي.



جي ڀانيون آجا ٿيون، اٿو، اٿّ ڪريو!
ڏاڍي ڀاريو ڏيهه کي، ڏاڍو ڇو نه ڀريو؟
اٿين ڏنجهه ڏريو، جٺين جوٺر، جنڊ ۾!



جي پانيون وينجهار ٿيون، مڻ وارا مٿيار،
آڇيو جوتون جوهري، اوتيو بوءِ عطار،
ٻَرن ڪان بازار، سودو سُرهو سوجهرو.



جي پانيون وينجهار ٿيون، وِنڌيو هيرا، لال،
مڻڪا، موتي پريت ۾، موتي، امل مال،
جرڙ پري ٿال، وٺون ونڊ ڪري ڏيو!



جي پانيون وينجهار ٿيون، لوچو هيرا، لال،
وٺو هيرا، لال ۽ ونڊيو هيرا، لال،
پڙهو هيرا، لال، لڳو پڻ هيرا ميان!



جي پانيون وينجهار ٿيون، ادب جا اوجار،
رکون وکر قيمتي شهپارا شهڪار،
کولي خبروار، آڇيون وٺون وقت جون.



ڏنم ديد نڪور، ادب سان اتهاس ڪي،
اکين وارا سڀ اکر، ڪٿي ڪي ٻه نه ڪور، (1)
دَوَرن مٿان دَوَر، تائيدون تن جون ڪندا.



(1) ڪور: نابين، انڌو.

آچيم وڻون وقت کي، نيون نڪوريون،
نہ ڪنھنِ اک ڏٺيون اڳي، نہ ڪنھن ھٿ توريون،
ڀڳڙيون ڀوريون، واٽن تي ورچيو وڃا.



آچيم اھڙي ديد، ادب سان اتھاس کي،
جنھنجي سوچ سعيد، صديون ميري ڪين ٿئي.



آچيم سي الماس، ادب سان اتھاس کي،
جن جي امر جرڪ ۾ ادراڪ ۽ احساس،
تنھن شوق کي شاباس، جنھن لِڪڻ لاڪيٽا ڪيا.



مون آچيا مرجان، ادب سان اتھاس کي،
معنيٰ جن جي روشني، شڪل شمعدان،
وينجھر ودياوان، قدر جوھر جو ڪندا!.



اکر اکر پڪراج، وينجھر پُرجھي جي ڏسي،
سِٽن تي سوچون چڙھي، ڪن معنيٰ جو معراج،
نہ ڪو تاڙڻ تخت لئہ، نہ ڪو تڪڻ تاج،
سُھائو سوراج، ھُيو منھنجي ھيج ۾.



گيت ڪيم گلزار، بريت باغ بهار ٿيا،
سَري وئي سنسار کي، هيڪاندي هٻڪار،
پاتاران، پولار، ڪيڪارون خوشبوءِ جون.



تنهنجو پنهنجو گُل مِٺا، منهنجو پنهنجو گُل،
تنهنجي سونهن جي تور ڇا، منهنجي سِڪ جو مُل؟
ڪوبہ نہ ڪنهنجو تُل، جرڪڻ، مهڪڻ ٻيبها.



اکيون، آڱريون، وينجهر تنهنجوڻ وِنڌ ۾،
ڪنديون پورهيو قوم لئہ، اڃا ڪيتريون؟
گهڙيون جيتريون، جيوت منهنجي جند ۾.



وَنديا هِن وينجهارَ، سدائيءَ جا سوجهرا،
اکر سَيِي عام جي، اکين جي اوجارَ،
هميشه جا هارَ، ساهت کي سونپي هليو.



وينجهر، ايڏي وِنڌ، ڇَپَر، هَٿ پچي پيئہ!
جيسين اٿم جند، تيسين سعيو سنڌ جو.



وينجهر، پچي رَجُهہ، تنهنجي اکين آ ڪيو!
وي، هِي مليو وَجهُہ، چاليون پوءِ بہ چڏيان نہ ٿو!

●

وينجهر، تنهنجي وَسَ، بَرسيا موتي ماڳ تي،
گوهر مٿان گَسَ، ماڻڪ هرهڪ هٽ ۾.

●

وينجهر تنهنجو فَنُ، غني، توءِ غريبڙو،
دَمن ڏيان ڪري ڏنو، دؤرن ڪي آ ڏَنُ،
باغيچو ۽ بَنُ، جُهومن تنهنجي جُهد ۾.

●

ليڪڪ تنهنجي اکِ، ڪکين بُکَ ڏسيو سگهي،
جهڙي ماکيءَ مکِ، آڪنِ کان بہ مِنيون وَٺي.

●

ڪَوِي تنهنجا ڪَنَ، سوچن کي بہ سُٽيو سگهن،
پَوَنَ سان جو پَنَ، سَلِن سُور، ٻُڌيو وٺن.

●

حاذق تَنهنجا هٿَ، چُهُڻ ريءَ چُهيو وَٺن،
رَنڙ اکِ جي آرزو، نو - ورنيءَ جي نَٿَ،
ڪهڙي تن جي ڪَٿَ، موقعا جن جي مُٺِ ۾.

●

سالڪ، تنهنجي سوچَ، پُنتي، اڳتي، سچّ تي،
سوچن اندر لوچ، اهڙي جهڙي ارتقا.

●

وينجهر، تنهنجيَ ذاتِ، ساگر ۾ لهرُون سَگهيون،
باقي بچي ذات، بادل تي برسي پئي.

●

شاعرَ، تنهنجو تَنُ، سنڌو - ساگر سان مليو،
سڪر، بکر اکيون، ڪاڇو، ڪچو ڪَنُ،
مُلڪ سڄو ئي مَنُ، هر گهر تنهنجو هينئڙو.

●

جيڪي ڪرڻو آهه، پورهيو، پيار ڪري وٺو!
وري ورڻو ناهه، پهريون، پويون پيرڙو.

●

اڻل منهنجي عشق جا، ڳوڻن ڳايا ڳڻ،
ٻيلن ۾ ٻاڦور تي، جهوپڙن ۾ جهڻ پڻ،
سالن جي اڻ تڻ، صدين سانڍي هانءَ ۾.

●

جوتيا مون هِن ديس جي، دنگن تي جهيڙا،
مدهوشن جا مَنڊ تي، مَتن وٽ ميڙا،
ٻُڌن پيا ٻيڙا، نچن نشئي ناڪئا.

●

اوِ جُوءِ مون جِيوَن، تولئه جونجهارو ڪيو،
بوسن بدران پيو وجي، پالن ۾ جوپن،
محفل – گهورو مَن، مقتل ۾ ملهجي ويو!

•

ملهون ماڳ مَتي، ويڙهون، وَسَ وڏا ڪريون!
ساگر، ڏونگر ساڻ ٽٽون، طاقت ڪير ڪٽي؟
همّت، سُرتِ سَتي، موڪيون سخت مقابلو.

•

جهونجهارن سان جاءِ، جَنهنجي تَنهنجي ناهه ڪا،
مڙسي جن جي مُنهن منجهان، تنبي جهاتيون پاءِ،
لوِيُنِ، لَڄُن لاءِ، حيلا، وَسَ وڏا ڪبا.

•

پاريان مَڄّ، مچان، آتڪان انڌ، انڌير سان،
جهوريندي هوڏِي ڏچا، نِجهران پوبه نچان،
آدن ڪمر اچان، اتمر جِيوَن جيترو!

•

ڏوڏيندي، ڏونداڙجان، پُڄان، ڪين پَڄان،
وِيرين منجهه وَڃان، گوڙون، مِينهن، ڳڙا ڪري.

•

وقتي شاق شڪست، سورهيہ، متان سُست ٿيو!
همراهو همّت، اٿو، گرجو، گڏ ڪيو!

●

لَهَر آهي هارَ، للهنگ، هاڻ نہ لوڙهيو!
متان گيدي ٿي مُڙو، جُڙو سڀ جهنجهار،
هَٿڻ ٻُڌٿهار، مَلهڻ آهہ مُنهانئتو.

●

غازي گوُنجايو، شهيدن جي شان ڪي،
سوڀارو ڳايو، هاريو، همٿائي چڏيو!

●

مقصد لاءِ مري سگهي، مقصد لئي ماري،
جهوريندڙ، جهوري وجهي، جُهريل جياري،
سورهيہ سنياري، ڪوندر سڀ ڪنا ڪريو!

●

(1) لڙي، آن بہ لڙو، مُڙي، آن بہ مڙي وڃو!
دودن جو ديرو ڪري جيڪو ڏوڙ - دڙو،
تنهنجو ڪوٽ - ڪڙو، ڀڃي، ڀور ڪري ڇڏيو!

●

(1) آن: اوهان

ياڳيلا ـــــ ، تَرَ سان تو تعديون ڪرين!
اباڻا اغوا، ڳوٺن مان ڳوليو ڪرين.

•

وحشت ۽ دهشت، جنّت ۾ پکڙي پئي،
ڪاري قيامت، هِتي حشر تي ويو!

•

آنا – ڪورُي ۾ اچي، خاشا ويا ڪامي،
نِپٽ ناڪامي، مِڙي، موڪِي ڪين ٿيا. (1)

•

”پِنڊي – پرستي“، ماڻهن کي موڳو ڪيو،
لڪن جي هستي، ايڪن ۾ اڙجي وئي.

•

آءٌ ئي آهيان آنءٌ، جلسن ۾ جڪندو وتين،
سنڌو ساگر آ وڏو، ٿالهي تنهنجون ٿانءٌ،
نچي تنهنجو نانءٌ، باقي قوم پچي پئي.

•

اوّل آءٌ وڏو، آڻايو پـو ايـڪـتـا،
اهو هَٺَ – هَڏو، ڪُڏا، ڦوت ڪندو وتين!

•

---

(1) موڪي: نجات ڏيندڙ، آزادي ڏياريندڙ.

سو تيان آءُ صدر، آٽيو جي اتحاد تا،
لکين ماڻهو ميڙ مان، بڪواسون بند ڪر،
ڊاڪو ڊڪٽيٽر، توکي لوڪ ٽُڪِي ڪندا!



عاليجاهه عوامَ، سياڻا، سُڄ ڪري ڇڏيئي!
جِيئي - جيئي ڇئي ڇريا، موٽئين پاڻ مقامَ،
جيڪي ڪوڙا خام، سي پڻ تنهنجا سورما!



آهين سڀ ڪجهه عامَ، جي ناهين، ڪجهه ڪين تون!
جذباتي آغاز جا، جذباتيءَ انجام،
هٽان توتي هام، جي تون سوچ صحيح ڪرين!



ڌارين جا دلال، ڇٽبو سياسي چور ها،
پنهنجا پائمال، قدمن منجهه ڪندا رهيا.



سڌيون ڪيئن سچا، سياسي - ساندا سنڌ جا،
گهٽيءَ گهٽيءَ تي بڪيا، هَٽي ڪانه هچا،
رهندو ڏيهه - ڏچا، بچايائون پونءِ ڪي.



تلها سڪٽا تڳ، ڏينهون – ڏينهن گشا نوان،
ماڻهن سامهون ماتمي، محلي اندر مڳ،
ساڳيا ديرا، ڏڳ، ڪوتا نعرا ڪوڪلا.

●

دلنگ دوڪيباز، وتي ووٽ وڏو ٺئين!
هر پيري انداز، بازيگر، تنهنجا نوان.

●

وڏا وڏيرا، ڏيهون ٿيون ڏانهون ڪرن!
سهٽيءَ پنهنجي سنڌ جا، جلائيہ جيرا،
ڪرائيہ گهيرا، دوڌارن جا ديس تي.

●

وڏا وڏيرا، ڪَتي پنهنجي قوم ڪي،
هنيان هٽنڊين هٿ ڏِسي، بني، وَني بيرا،
چنيون ۽ چيرا، جلائيندءِ جند ڪي!

●

وڏو وڏيرو، جيتر جِند – جُنون ۾،
تيتر سهٽيءَ سنڌ ۾، دهشت جو ديرو،
ايرو ۽ غيرو، سي پڙ سندس ساٿڙيا.

●

اٿئين انقلاب، تڪو سورج تاب تي،
ڏيري ڏيري خواب، سايبان سوب ڪري چڙهيئہ!



ادا دانشور، ملهين ها تہ مڃان بہ ها!
سياڻا تنهنجي سوچ سان، جرڪي ها جرڻ،
(1) يا ڏر تنهنجي رت سان، ٻڙڪي ها ٻرٻر،
ڪانئر جا ڪاڳر، قوم بچائن ڪونہ ٿا.



او پيارا شاعر، تنهنجا گيت گجي ويا،
سوپون ڏيندا سِر، سِٽون سوچ سگهي ڪنديون.



لوڻي ڪامورا، قومون قرباني گُهرن،
وطن - وَسنديون ڏئي وتئي، تڪن جا پورا،
سِڪَنِ جا گهورا، سيڻ مَٿائيہ سون تي!



ڳايو تو راڳي، ٻُنيي، ٻُنيي يانُ تي!
قوم سُتي جاڳي، جَاڳي، پو بہ اُٿي ڪتي!



(1) ڏَرِ: ڌرتي.

سياڻا سياستدان، ڪُوڙيون تنهنجون ڪوششون!
ڪتي مليو قوم کي، ماني، اجهو، مان،
آزادي اعلان، عهدن ۾ اٽڪيو رهيو.

●

پيراڻي، درويشڻي، مخدوماڻي، سنڌ،
جُهڪي تنهنجي جند، تو تي طوق ڳُهري وتا.

●

اٺويهين ڳذري، اڇي ويهين تي پُوري،
اجا ٻيلهه ٻڌا وتن، ماڻهو – مجبوري،
سچي، سموري، آزادي ايندي ڪڏهن؟

●

ستم جو سالار تون، للهنگ لڙڪائي،
اُتي ڪو استاد جو، باغي پڙڪائي،
ڦاهيون ڦتڪائي، سنگينون ساڙي چڙي!

●

جيئڻ منهنجو جيترو، پيرو ڪين پڇان،
ڏهه ڏهه پيرا ڏينهن ۾، راتيون ويهه وڃان،
ايڏي اُڄ اڃا، جيڏي ريتي رڃ ۾.

●

جيئڻ منهنجو جيترو، سنڌوءَ ساڻ جيان،
جِتين پريت پيان، تئين تاس تکي ٿئي.



جيئڻ جيئن نِجيهه، ڏينهون ڏينهن ٿئي،
سِڪڻ تيئن سَجيهه، ماريو اهڙي مامري.



جِيئڻ منهنجو جيترو، لکن ڪاڻ لُڇان،
ڪڇي لئه ڪيهون ڪريان، ڪاڇي لاءِ ڪُڇان،
سيئي مَڇُ مُڇان، ڪلاچي ڪان ڪوتڙي.



آڻيندس ايسين، تحريڪون تاريخ ۾،
تاڻيندس تيسين، جيسين جان جَهان ۾.



جيئڻ پنهنجو جيترو، اچو، ڏاڍ ڏريون!
ملي وارث ملڪ جا، تُمن انڌ تريون،
ساري يُونءِ پَريون، خيرن جي خوشبوءِ سان.



جيئڻ لئه جهيڙا، چُگيرن چيڙي چڏيا،
بهادر، رڻ – پونءِ ۾، پالن سان پيڙا،
مهاچڙن ميڙا، لارايا لاهوت ڏي.



جيئڻ ۾ جاکوڙ، ڇاپا ڇاڙي ٻار جان،
اٿل ايرادي ٻري، اڃا اڳتي ڊوڙ،
لٿي ڪاٿي لوڙ، ويتر زور وڌي وئي.



نه ڪي چڙهڻو چوٽ تي، نه ڪي لهڻو آهه،
نه ڪو ساهه ستائجي، نه ڪي سهڻو آهه،
لوچي لهڻو آهه، ماٺهو ٻڌجي ماٺيو.



سدورو سعيو، جن جي سڪ سچيءَ ۾،
عمل تن جي عزم ۾ اٿر تي آيو،
ڇُريو ڇوواڀو، اِجهو، اوتر تو اتي!



وڃن ٿا واڇا، ٻوڙا ٿا ٻوٿن اڪيون،
دهلن جا ڏاڇا، ”ڇوڪرِ تي ڇيٽا وڄهي“.



هڪڙو هڪڙو ڪن، اربن، ڪربن ڪان مٿي،
دنيا، دولت، ڌن، ساعت تان صدقي ڪريان.



اِنهي امر عشق جي، آڳاهين ڳڻ ڳوت،
جِيان ڏيان جوت، مَران پو بہ مهانتا.



پونم جهڙو پُور، تارن ۾ ترندو وتان،
سنڌو تنهنجو سُور، ڳرڻ ۾ ڳوندو وڃان.



مايوسي اُمواس، لحظي ۾ لوڙهيو وڃي،
اتيو منهنجي آس، صدين جا سعيا ڪري.



ڪڏهن ڪاهڪشان، اُهاءَ سان اُڏندو رهان،
ڪڏهن مَڻ مٿان، مِٽي سهسايو سمهان.



ڪڏهن اُڏٽا خِواب، چمان چنڊ، چڪور ٿي،
ڪڏهن انقلاب، سورج منڊل ڏول ۾.



اکر اکر اعلان، سِيان جي سوراج جو،
دمن جو مهمان، صديون سلجهايان پيو.



رڳو ڪانئرڪانءَ، ڏاهپ ڏڪٽي چا ڪبي؟
رڳو سورهيه هانءَ، عقل ري آڏڄِيو پوي.(1)

•

ماريءَ جا مارِي، ڪي ڪي ڪوندر ڏيهه ۾،
اوتر ۾ تارِي، اتم پيڙي سَچّ جي.

•

پات انهي پارِي، لاٽ جني جي لات ۾،
ماٺ اتم ماري، پيتن جا پالا هٽي.

•

انڌي آنڌاري، لٿي پونءَ تي پوت تي،
شعلا منهنجي شعر جا، ڪُندريون ڪاپاري،
پميت بخاري، پاري چڏيا پات لٿي.

•

نه ڪو آهي نياڳ، نه ڪي سانگ سياڳ جا،
سوپ انهن جي سُولَ ۾، جن جي سوچ سڄاڳ،
سرتيون مون نه سهاڳ، ورتو آهي ڏهاڳ ڪان!

•

(1) اڏجيو: اڏو اڏ ٿيو، گهائجيو.

سي چو سمجهيئ سُورَ، جي تا ڏورڻ ڏِين تو،
پُور ۾ تنهنجا پور، تون پيلو هو پُور ٿيا.



سوچون ۽ سعيو، سورج سان گڏ سوجهرو،
جيالو جذبو يڪو، چاهه وتي چايو،
لايو – سجايو، نيت تہ ٿيندو نينهن جو.



رات ولوڙيم ٻات، نڪتو مکڻ، سِجّ تي،
لوءِ لوءِ پهتي لات، سعيو منهنجو ساب پيو.



آسا سان اوريان، اُتي اسر پهر پيو،
سِڪڻ، سونهن – سنوار جو، چنگ نئون چوريان،
ڏينهن سچو ڏوريان، دلبر پنهنجي ديس لئي.



ناهي سُرت سُتي، ڦٽڪي باڪ ڦُٽي پئي،
ڦهري رات ڪُٺي، شفق، لهو ليلْ جو.



اسر مهل أتي ڪنيان، ڳوٺاڻن ڳاتا،
ڊگها، منڊرا، وچٽرا، مڙس گهٽا گهاتا،
ڪهاڙيون، لوڙهون ڪنيئون، ڪوڏارون، ڏاٽا،
ڪِيس ڪندا ڪاٽا، جوڌا، پنهنجي جُوءِ جا.

•

اسر مهل اچي، سوچ اتاريو لوچ ڪي،
ڳولي ساري لوڪ مان، مون جا لال لڌي:
بيلي آهي ٻَڌي، جيڪا تي جوتون ڏئي.

•

جڳت جا جوهر، جيان تيان جرڪندا،
ڪالهوڪي ڪُرڙي منجهان، اجوڪي اپڄر،
اسان ۽ اوسر، ڏنو، جونه ڏٺو اڳي.

•

سپني جي ساچاهه، سُيان، سيان ڪان سگهو،
ڪلهوڪيون اوڳيون گهڙيون، اجوڪيون آگاهه،
گس ڏسيا گمراهه، سونهون، اڻ سونهون ڪيو.

•

سيان جي ساجاهه، آئيندو عمدو اجا،
ويهين، ايڪيهين اجا، اڳتي پنڌ اتاهه،
راهن اڳيان راهه، ماڻهوءَ منزل ناهه ڪا.



سيان جي ساجاهه، نئين سجّ نئين سنئين،
پوين منجهه پناهه، ايندا، وتندا ڪيتري!



سَهائي، سُرهاڻ، دنيا، تنهنجي ديد ۾،
اڳيئي اهڃاڻ، سياڻي جي سهج جا.



سپني جا سوداءَ، سُيان سايان تئي نه تئي،
هي تي جُوءِ جُوا ڪري، دنيا هٽي داءَ،
ٻوڙن دل ۾ ڏاءَ، متان مهڪ مُسي وڃي!



سپني جا سوداءَ، آئيندي جو انت ڇا؟
ملنديِ ملر ماڳ ڪي، يا گهر گهر ڏيندا گهاءَ،
ورندا سرها واءَ، ايندي مُند بسنت جي.



ايڪيهين ايندي، امن ۽ انصاف سان،
سوچ پرئي سنسار کي، ڏاڻ نوان ڏيندي،
اڻ تيٽي تيندي، اميد آ استاد کي!

●

امن اچڻ جي چاپَ، ويهين سَن ويندي ٻُڌي،
مَسين ٿيا ميلاپ، صديون ساهہ سِڪيو هيو.

●

اچي ايڪيهين، امن آڇ جهان کي،
پوکي ڏي سُبتيون صدي، اُبتيون ڏي پينهيں! (1)
ڀِڪي پاويهين، ٿهڪي ٿيويهين پلي!

●

باقي ڏهاڪو، ايڪيهين اڳتان تہ آ،
لوڪو، روڪيو ملڪ ۾، دڳ - دڳ ڌماڪو،
ويهينءَ جو واڪو، ”ماڻهو، ڏاريو ماڻهپو“.

●

اچو آجيان، ايڪيهين سن جي ڪريون!
ڳايون امن، امان جا، نغمان نيڪ نوان،
ٻڍا، ٻار، جوان، سوچيو، پونءِ بهشت ٿئي!

●

(1) سُبتيون: سڌيون، مثبت، تعميري،
اُبتيون: تخريبي.

ماڻهو تيءَ مهان، پنهنجو پاڻ سڃاڻ تون!
جُڙيو تنهنجي جهد سان سهڻو جڳ - جهان،
مَثبت کي ڏي مان، مَنفي کان موشو ڪري.

●

ووڙيو وَنگ اُهي، ڏائِن جيڪي ڏاڍ کي!
ڪيهر ڪير ڪُهي؟ هرڪو هرڻيءَ هيرئون.

●

ڏرِن جيڪي ڏنجهه کي، اڻن رِند اُهي!
ڪاتيءَ ڪير ڪُهي، ڪاتيءَ ڪُنا ڪيترا!

●

وڏي واڪ وڄي، "ڏاڍو - ڳابو" ڏيهه ۾،
هيٺو لوڪ هَڄي، هاڻو، ماڻي مَسندُون.

●

ڏاڍو هَڏُ ڏري، جيوَن جَندُ، ڏڇي ڪيو،
اڄا آڏي آنڌِ آ، پرهه پنڌ پري،
اڻو ڪست ڪري، اياريو سوراج کي!

●

ڪنهن وٽ ڪين قبول، ٻاجهاريون ٻوليون هِتي،
مروّت آهه ملول، دهشت گردي دادلي.

●

ڏاڍي جو ڏيکاءُ، آهي ابوالهول جان،
ڏوٿين ۾ ڏهڪاءُ، باقي ٻہ ٽي ڏينهڙا.

●

دهشت گردي ٻي ٻُٽي، هُتي تنهنجو رنگ!
وطن توکي ونگ، سُتت وڄهندو سَگّهہ سان.

●

ڏُٻرائي تي ڏوهہ، ڏاڍائي تون ڇا پَڏين!
ڇوهہ ڏکيندو ڇوهہ کي، لوهہ ڪٽيندو لوهہ،
ڀاڙئون ڀَٽيو ڪوهُ، ڇيپاتي ڇوٽيون ڇڏيو!

●

ظالم تنهنجا زور، ورٺا وحشي دَوُر جا!
ماضي واريون مستيون، تازي سَن تي تور،
جهورن، ڦاڙن جهنگ ۾ گينڊا، گرگ، لغور،
ڊهون هٽندا ڊور، ماٺهو ڏيندا ماٺهپو.

●

جوت، ٻلب ۽ جيت، جيئن تي ڪِرڙيون مِڙيون،
ڳيتن مٿان ڳيت، ڏاڍو، هيٺي کي ڏئي.

●

ڏاڍو، هيٺي کي ڳهي، هِيءَ حيواني ريت،
جاري رکندا جانور، ناحق جهڙي نيت،
پَنگت، پَت، پريت، انساني اطوار ۾.



پورهيت پِٺي پَٽ تي، کٽ تي ڪِلي خان،
پاپي، پورهئي جو ڪري آپي کان ايمان،
عمدو، عاليشان، ماڻهو ڏاري ماڻهپو.



هاٿُو ۽ هِيٺو، جهيڙو آهي جهنگ جو،
(1) ٻيلائي، ٻيلي ڳجي، ٻِلي کان ٻيٺو،
ماڻهو مانيٺو، ناهيو، محبت، ماڻهپي.



ڦَٽن، ڦاڙن پاڻ کي، جهنگلي جناور،
(2) گهيٽن کي گهايو وجهن، نيش هٽي ناهر،
آهر ۽ واهر، ماڻهو، ماڻهوءَ جي ڪري.



---

(1) ٻيلائي: ٻيلائي شينهن.
(2) ناهر: بگهڙ.

ڏاڍا، ڏاڍايونَ، ڪَرڙا ڪنڌين ڪيتريون!
ڏريبيون ارڏايون، مرنڌين، ڏرٻين ڏوڙ ۾.

●

محبت ڌاران ماڻهپو، ٻُوءِ بنا بستان،
امن ري ايوان، جهڙو نقشو جنگ جو.

●

ٻاٽون، لاٽون پيٽ ۾، جيئين جنگ، امن،
جتان رمن راتڙيون، اتان ڏينهن اچن،
اڳتي وقت وڏن، جُهرندا، ٿهندا، جهومندا.

●

ڪمزورن تي ڪيسَ، شهزورن جو شوقڙو،
جيسين جهڪن سيسَ، تيسين وسن ٽوڪرا.

●

تارازي ۾ تور، صحيح ـ ٿئي سنسار جي،
ڪن ڏي ڪور – ڪسور، ڪن ڏي تور، اتور ڇو؟

●

(1) محمود ۽ اياز، رڳو ريت مسيت ۾،
ٻاهر ڳيرا، ڳيرڙا، باز اڇا شهباز،
ريجهائڻ جا راز، ميان، پاڻ منجهي پيا.

●

اياز ۽ محمود، داب ڏسو دربار ۾!
مسجد ۾ محدود، ٻلا کهڙي ٻائپي!

●

اياز ۽ محمود، جُڙتو نِيت مسيت جي،
ٻاهر هُوند – آهوندَ جا، ملهالا موجود،
اندر ۾ نمرود، ابراهيم زبان ۾.

●

معلوم آ مظلوم ٿا، مٿان مَڇّ مِڙو!
چاهت ساڻَ رَچي وڃو، چاٽت ساڻ چِڙو،
(2) ويڙهي ساڻ وِڙهو، مِلٽي ساڻ مِلو ٻلي!

●

آڏو اوٽ اڏينِ، پوَيان کوٽ کِري چُکا،
ٻهنجي پورِي پيڙهہ تي، پيا ٿا پاپ پَڏينِ،
تون چو ڏَوَر چڏين، جيتر جابر بان نہ کن!

●

---

(1) اشارو، أيک هي صف مين کڙے هوگئے، محمود، اياز، ڏانهن.

(2) ويڙهو: جنگجو، جهيڙيکار.

ڏاڍن، ڏِنگن، ڏوجهرن، گڏجي ڏنيو ڏيهہ،
سڙهيو جو ساٿيهہ، سولو سهنجو ڪيئن ٿئي!

•

ڏاڍن، ڏنگن، ڏوجهرن، ڏچن مُلڪ ڏڏيو،
ويڌن هاڻ رَڏيو، روڏن آهي راڄ ۾.

•

ڏاڍن، ڏنگن، ڏوجهرن وٺان ويل وڏيو،
اٿو، درد آڏيو، سَنڌيو، سُورَ سَٽا ڪري!

•

(1) دهشت گردي ڏِيڪري، آهي ديس ڏنيو،
لُوسي، لانبوسي اڳيان، ڇو هي راڄ رنيو!
(2) ڪوٽا، لُنبَ ڪنيو، پاپي ڊومبَ پچائيو!

•

ڪُڌن، ڪُپتين، ڪانئرن، وڏو چار وٺيو،
مورن جهڙي ملڪ جو، ڦُنڌن هاڻ ڦٽيو،
لوڪو، ڪَچّ ڪٽيو، اٿو، سَچّ سگهو ڪريون!

•

(1) ڏيڪرو: اجايو ڏيک، پيڪو، ڏڏو ڏيکر.
(2) پاپي ڊومب: وڏا ظالم.

ڪُوڙن شودن جي ڏتن، سارو ملڪ ڏتيو،
اهو شوشو، شور آ، تہ ڪوتن آهہ ڪتيو،
متان مُنهن مَتيو، سوڍا، ساهمون سوپ آ!

●

سانَهن، سيڙهُن، سوئرن، پنهنجو کيت پَٽيو،
لوڙها، منگهہ سگها ڪري، لوگها، لنگهہ لٽيو،
اٿو، ڇِرڪ ڇَٽيو، سَئونڪو، سونٽو ساڻ ٻئي.

●

ڏينين، وڇن، ازگرن، نانگُن، ماڳ ڏنگيو،
سڄو ست ساٽيهہ جو، ويري زهر ونگيو،
اٿو جُود، جنگيو، سوپ، اوهانجي سامهون!

●

ايڏيون آڏيون آڏِ، جيڏا ڪنڌ ڏئي سگهين،
قاتل ڪند، ڪٽاريون، گرز، ڪهاڙيون گنڌ،
تيتر اُگتي تڏِ، جيتر موت متان اچئي!

●

(1) پاڙن جا پاڙا، چيڏڪ لڏرائي چڏيا،
دوڏارن – ڏاڙا، ڪوندر، سهبا ڪيترا؟

●

(1) چيڏڪ: ڦڏو، فساد، ضد، (مرگهيءَ جهڙي بيماري).

مڙسالا، مايون، جهومون، ڳايون موج ۾،
ماڻيون محبت موسمون، عزّت، آجايون،
ڏنين ڏاڍايون، پڙڪي اٿون باهہ تي!



سَرها، سُرها ساهَہ، ڪچهريءَ ۾ قرب جي،
ورچيون وينا روشنيون، اپاريُون اتساهہ،
ڳنڍيون ڳُوڙهيون دوستيون، چايون، چُمون چاهہ،
للڪاري جنگاهہ، ڳوليون، يالا، گوليون.



ڪچهريءَ ۾ قرب جي، ڏاها ڏيون ڏور،
ڳوليون سُرَ، ڳجهارتون، ڪريون تڪون، تور،
پر جي سامهون سور، تہ پوءِ سمجهو توبچي.



ڪچهريءَ ۾ قرب جي، سوچُن جي سُرهاڻ،
سچائي ۽ سونهن لئي پويُون ڪَنديون پاڻ، (1)
پرجي پريان پاڻ، اسين لانچر اوريان! (2)



(1) ڪنڍيون: هار (گلن جا هار).
(2) لانچر: راڪيٽ لانچر.

اٽل اعتماد، ايرادي جي عزم ۾،
قدم قدم تي ڪيم، اميدون آباد،
نجاتن جا ناد، وڃن هڪ بيت مان.

●

عقل، اعتماد، لوچي، لوڙي تو لهي،
ڦيٽن ۾ فولاد، پگهرڻ ڪانپو تو اچي.

●

اجهل اعتماد، آرهڙ جو اوتر ٿئي،
طاقتور فرياد، وڏيو داد وٺيو وڃي.

●

اندر اعتماد، پاهر پلّ تِهان گهٽان،
فڪر سو فرهاد، ڏونگر جو ڏاري وجهي.

●

اصل اعتماد، ستل سگهه آگهيءَ ۾،
بَرَ ڪٿي برباد، اٿن باغ دماغ ۾.

●

عجب اعتماد، ڏاهپ ڏبا ذات ڪي،
بند[1] ڪٿي بي داد، اٿن داد، اميد ۾.

●

---

(1) بند: شعر جا بند
(يعني) نظم جا بند بي داد ناهن، انهن کي داد ملڻ جي اميد آهي.

انڌو اعتماد، موڳن کي ماريو رکي،
خوابن ۾ آباد، ساپيان ۾ بربادين.



عشق پريو اعتماد، انگن ۾ عشّاق جي،
نچي نيزن وچ ۾، شعلن اندر شاد،
اتاهون استاد، امر عشق تيو وڃي.



انساني اِهاء کي، جهولو، جُهڙ نہ جهل،
جهڙو پلو پل، تهڙو توڙ هليو هلي.



اهميءَ ۾ اوتر، آڙنگ ۾ آگم جئين،
نري نہ تو ننپ ۾، اندر جو اوپر،
جوڏن جو جوهر، پڌرو تيندو پنڌ ۾.



چمڙي، چهرو، رَتُ، ڏيکاءُ آهي ڏيل جو،
جاچيو جوهر جيءَ جو، سپ ڪجھ آهي سَتُ،
طلب سمجهو تَتُ، باقي تُوتَڙ تذڪرو.



جاڻِي برف رَجهي، ٻڙڪِي آخر باق ٿئي،
هردم هيج هجي، مڇرجي مانداڻ ٿئي.

●

جيڪو جو طلبي، اُنئي پهر عشق سان،
لوچي نيت ليي، سعيو آخر سوڀ ڪي.

●

جيڪو جو چاهي، اهو جي ان ڪي ملي،
سدورو آهي، سِڪڻ ۾ سعيو اهو.

●

ڪونهي 'صلح ڪل'، جهڙو ڪوبہ اصول،
ليزر شعاعي دور ۾، فتنو، جنگ فضول،
ماڻهوءَ آس ملول، جيسين جنگ جهان ۾.

●

سَڀ سُک 'صلح ڪل' سڀ ڏک جڏهن جنگ،
بيٺي آهہ بمن ڪي، پيونءِ ڏيو ڪو ٻُل،
آڻيون امن، عدل، ماڻيون اُوچو ماڻهپو!

●

”جيئو ۽ جيئڻ ڏيو“، جهڙو ڪوبه نه جَس،
پيئو ۽ پيئڻ ڏيو، حصي رسيءَ رَس،
ڪنهنکي کهڙي ڪس، جنّت ۾ جيئري جئي.

•

پيري پيري بَمُ، ألارين، الرون ڪيو،
تڪڙا ڪڏهن تَمُ، ڪندين ڪُلّ ڪمال ڪَي!

•

ڪڏهن ڪاوڙ ۾ ڪُڏي، وڙهي ٿيون نه تباهه،
ايتم جنگ اتاهه، چِڙي، چيهه ڪتي ڪندي؟

•

’صُلح ڪل‘ يزدان، توتل شرِّ، شيطان،
نيت عظيم انسان، آڻي امن جهان ۾.

•

ڏرتي ڏُف ٿئي ته چو، ٿيندي توبَ تباهه،
عالم ناهه اواهه، ماٺهو، ماٺهو واهرُو.

•

الا، امن، امان، بنا جنگ ملي نه تو!
مليو ڪنهنکي نان، سوا پيڙ، پگهر جي.

•

مظلوم آ مظلوم، ظالم کي ظالم چئو،
نہ کو هيٽو هيسجي، نہ کو شقّي شوم،
جيون جو مفهوم، محنت، محبت، ماٺيو.



جهڙو امن، امان، اهڙو ربّ رحمان،
هچارو شيطان، پريان کنهن پيدا کيو!



امن توڙي جنگ جو، آگو آ انسان،
چاهي ڪانُ، ڪِلو ڪري، چاهي ڪِلو، ڪان،
باهين مان بستان، باغن مان باهيون ڪري.



امن جو اهڃاڻ، احساسي انصاف آ،
اُهو سامهين ساڻ، جيڪو سوچي پاڻ لئہ.



روڪيو، لوڪَ لُڇون، ويهين، ويندي دانهن ڪئي،
ماٺيو، خير، خوشيون، ايڪيهينءِ ايندي چيو.



آيس انقلاب، آيو، قومي عزم ۾،
سايان تي پيو سنڌ جو، هڪڙو خواب،
مون جو لکيو باب، اهو ڀاڱ سياڻ جو.

●

مون جي لکيا ليک، تن ۾ ڏيک نه بيک،
(1) کيم ڪوڪ ڪَرُوءَ چڙهي، لوڪ چيو لبِّيڪ،
اڃا سَڏ انيڪ، ڪندو رهندس قوم کي.

●

ٻُري ڏنم ٻانگ، ڪيٽيءَ کان ريتي ٻڌي،
اٿيو ڇِني، ڇاڇرو ماري چوھہ ڇلانگ،
سنڌو تنهنجي سانگ، قبر ۾ ڪوئون ڪندس.

●

مون جا ڪئي ڪوڪ، ڀٽائيءَ ڀِٽڪي چيو:
”ولولو ۽ ووڪ، اي تان آهي عشق جو“.

●

سَڏن مٿان سَڏ، سٽي جُوءِ سجاڳ ٿي،
اٿيا مَنهن، مَڏ، چارا، چئونڪ، ڏُکي پيا.

●

(1) ڪرو جبل: لنگرو جبل.

ڪئي، مون ڪوڪار، سڀ لوڪ سجاڳ ٿيو،
پڙاڏا گونجڻ لڳا، پاتاران، پبولار،
ڪچي ڪان ڪهسار، جاڳرتا جرڪي پئي.



ساري عمر سڏيو، توکي سنڌ سَچِي اثر،
گُٿو بنگلو هونه ڪو، ڇَپر مون نه ڇڏيو،
مون جو ڏيهه اڏيو، ٻوهيءَ کان ٻهٽو نه آ.



ڳايم آمر راڳ، آجي عيد، اميد جا،
اکر اکر ايڪتا، نظر نظر جاڳ،
پومي تنهنجا پاڳ، اوتيا مون آلاپ ۾.



ماري تولئه موت کان، ڪڙا منهنجا گيت،
جابر توتي جيت، مقدّر ۾ مون لکي.



ڪاتي ساتي بيت ۽، ڪاتي باغي بيت،
انقلابي عزمِ جا، اندازا بي ڪنيت،
سُک ۽ ڏک سميت، منهنجو سودو سنڌ سان.



سچي منھنجي سِٽَ، اٿين ساھت سٽ ۾،
پٿائيءَ جي پِٽَ، جيئن جَرڪي جوءِ ۾.

●

دڳ دڳ تي پنجوڙ، وڏي ويرينِ مون اڳيان،
پڳ پڳ تي گجگوڙ، سُٽي منھنجي سنڌ پٽي.

●

سنگھر تي سنگھر، ڏوڏارن مونکي ٻَڌي،
مان اوٿر ھو ڍنگر، ٻوھا ٻسڙ تي ڊُڪيا.

●

تو وارا زنجير، پوندا تنھنجي ڪنڌ ۾،
مون ۾ آھين تون متان، تڪين مون تي تير،
امن عالمگير، جڪڙي ويندو جنگ کي.

●

قاتل رات، ڪمند، آندا منھنجي عزم لئي،
ٻڌبا کھڙا بند، سورج، اوٿر، سچّ کي.

●

ڏھاڙي ڏياري ڪري، انڌاري ٻاريان،
سورج اياريان، جيسين مان سوراج جو.

●

نِمي سِڪَ سلام، آمِر، ڪر عوام کي!
نئون نيڪ نظام، مجي سَڄج ماٺهپو.



نئون نيڪ نظام، ’جيٽو، جيئڻ ڏيو‘، ڏسي،
امن، سک، سلامتي، آئي لاءِ عوام،
آدرشي انعام، سارو ملڪ معاشرو.



تو جو سنڌ سِکيو، مونکي سيکاريئي اُهو،
مون جو سچّ لکيو، توکي سينگاريندو پيو.



پڇين ٿي منهنجو، مونکان، توکان مان پڇان،
ڪوي مان تنهنجو، مونکي ڪير مَتي سگهي!



مون تنهنجي ساراهه، مون تنهنجي هستي لکي،
مونکي ڇا پرواهه، توکي پرواهه آهي ڇا؟



مونکان ناهين تون مگر، مان آهيان توکان،
هاڻي منهنجي ’مان‘، تو ناتي، ’تُون‘ ٿي وئي.



(1) يٺائي جُڳ جٺي، قاسم پڻ قائم،
سنڌو مان دائم، تنهنجي صدقي، سٺ ۾.



(1) اشارو، خليفي نبي بخش قاسم، ڏانهن.

## سنڌ جو قصيدو

ساجھہ سرمو پاءِ، پوءِ پَسِج سنڌ کي،
’جنّت عدن تجري مِن تحتِهَ الانهار‘، ساري سِيم سُهاءِ،
جُوءِ نہ ڪنهنجي جاءِ، بخاري هِن پُون ۽ سان.



نعمت، ڪوهستان، جنّت: لاڙ، سرو، ٿر،
هِتي حُور، قصور جو سمورو سامان،
’فَبِاَيِّ آلآءِ رَبّكُما تُكذّبن‘، جاچيو، جوءِ جهان،
ڪعبو، نبيٰ، قرآن، بخاري، سڀ پونءِ تي.



مون لئي ’مازاغَ البَصَرُ‘، پٽي تنهنجي پاڪ،
ڪوثر ڪٽيون موڪليون، مٿان گلن ماڪ،
سنئي باغ بهشت جا، اتئي تر جا تاڪ،
بخاري بيباڪَ، ڪهيو ڪلمو حقّ جو.



پَسو، سنڌو پاڪ، اڪ ڪٽي استاد جان،
جِهرمِر جِهرمِر ڪهڪشان، خوشبو خوشبو خاڪ،
هميشه حسناڪ، سونهارِي سنسار ۾.



سهيڙي سڀ روشنيون، ميڙي سڀ سرهاڻ،
وجهي سنڌوءَ سير ۾، مَسُ ڪري مهراڻ،
لکيَ مون واڪاڻ، بخاري، هن پونءَ جي.



هِن تر جي تعريف، ادا چا استاد ٿئي!
رمزون سڀ ربيع ڪريان، خوبيون سڀ خريف،
تڏهن بي تعريف، پتي پوري ڪانہ ٿئي.



سنڌوءَ جي ساراهہ، انت نہ ٿئي استاد کان،
هوءَ جا بوءِ بهشت جي، سرها تُنهنجا ساهہ،
هو جو دونهون دوزخي، اهنجي تنهنجي آهہ،
پَسيو تاهہ ۽ ڏاهہ، ڀڪيو هانءُ ڀريو پوي.



نِت نِت نئين نيڪي، جيڏي، ڪريان جُوءِ جي،
تارن جوتون موڪليون، ڦُلن بوءِ ڦينڪي،
سو سڀ منهنجي سنڌ ۾، جڳت ۾ جيڪي،
ذات، اجا ذي ڪِي، بات، بخاري پُونءِ جي.



استاد آخرڪار، مرڻ ناهي ميهڻو،
همّت جي هڪ ڏينهن تان، صدقي سال هزار،
غيرت ڪِج نہ غار، بوتو پيند، پريو تہ چا!



ڌرتي تنهنجو ڏيان، ائين آ استاد کي،
ٻُڌا جيئن لوچي لڌو، گمراهي مان گيان،
هُن ڳوليو نروان، آءٌ آجايون ڳوليان.

●

بي حد پيونءِ بيان، ادا ڇا استاد ٿئي!
ڳوهيان ظرف زمان ۾، موهيان منجهه مڪان،
مِٽيءَ مانُ مهان، اجا آڳاهون گهٽو.

●

بي حد پيونءِ بيان، ادا، ڇا استاد ٿئي!
هڪڙي ذرڙي زندگي، هڪڙي ضعيف زبان،
جان جان جِيءَ ۾ جان، تان تان تات وطن جي.

●

سنڌوءَ جي ساراهه، ادا ڇا استاد ٿئي!
منهنجو ساهه مُني صدي، سندس سونهن اٿاهه،
اسان کي الله، ڏني سنڌڙي ڏاڻ ۾.

●

سنڌوءَ جي ثنا، ادا ڇا استاد ٿئي!
ڪِرڙ، ڪنديون ڪلڪون ڪيان، پَڊر پَٽ پَنا،
ڇَپر، ڪَڪ، ڇنا، ڳائِن ته ٻه ڳالهيون گهٽيون.

●

وطن ۽ ويساهہ، سمجهان ساڳي ڳالهہ تو،
آزادي، الله، هوندا هڪڙي هنڌ تي.

●

جيڏو سچّو، سلڇڻو، ايڏو سياڻو،
جيڏو ارڏو، ٻي ڏيو، ايڏو نماڻو،
ناتو اباڻو، سَگهو منهنجو سنڌ سان.

●

هو جو مون سپنو ڏٺو، اهو هو آفاق،
تنو ٿر جو ٽاڪ، سو مون ساڀيان ماڻيو.

●

شاعري چانڊاڻ تي، موسيقي سرهاڻ،
مون توسان مهراڻ، آفاقي ناتا ڳنڍيا.

●

هينئون توڙي هوش، ڏِياري هِن ڏيهہ جي،
جيڪو جذبو، جوش، وطن تان واري ڇڏيان.

●

سنڌي منهنجو ساهہ، سنڌي منهنجو سَتُ،
رڳون، پوئيون، رَتُ، منهنجون هِن مٽيءَ مان.

●

تن ۾ جا طاقت، سَيِّ بخاري سنڌ جي،
”مران مران، مات نہ ڪان“، اها اشرافت،
اهم عبادت، اتم ورد وطن جو.



سوچون، لوچون، سَگهہ، سيّ حوالي سنڌ جي،
امل تِيَن اگهہ، مران، جيئان ماڳ تي!



وطن سان ايمان، اتم قائم، مولوي!
رسالي کي سنڌ جو، سمجهان ٿو قرآن،
مران مسلمان، اڪئين آجائي ڏسي.



سِنڌو منهنجي ماءُ، ٻڌي ڇڏ هي ٻول تون!
پاپيءَ سان پرچاءَ، پرچڻ آب ۽ آڳ جو.



ٻُڌ او، ماءُ – ٻولي، ڪوئي قول ڪري ڇُڪو!
جاڙيءَ تي گولي، سنڌي ٻولي جيّ تي.



ڪيڏو آهِ ڪوي مگر، ڳريان ڳالهہ سچي،
سنڌي قوم بچي، بچيس، ته ته مري ويس!



## سنڌُو منهنجي ماءُ

او سنڌو ڌرتي، ٿورو توٽي چو ٿـڦيان!
هي منهنجي هستي، توريءَ چولي، سمنڊري.



مران ياڪ جِيان، جيجل تنهنجي جند سان،
توري ڪيئن ڪيان، ڪِرٽو، سِج ري ڇا ڪري!



منهنجو هڏ ۾ رَتُ، سِر سوڏوَ تنهنجو سِنڌو،
سَتن پيڙهين سَتُ، ڌرتي ۾ اوتي ڇڏيو.



لولي ماءُ ڏني، جهوليءَ ۾ جهونگار سان،
وتو تـوڪـي وِير مون، پنجئي پـير پـني،
(1) ڪجئين ڪين ڪِني، "پنهل" پنهنجي قوم سان.



اوراڻـا آيـل، مِنيءَ ڏنـا ميـٺ سـان،
جهونگاري جِيءَ مان جئين، ڪوڪاري ڪويل،
انهن ۾ اوتيـل، ماڪي هئي مهراڻ جي.



(1) پنهل شاهه: شاعر جو اصلي نالو.

آيل اولاڻا، ڏيندي، ٻوليون، ٻوليون،
جَهلي ٻُڪ، ڪنا ڪيا، دعا جا داڻا،
سدورا سياڻا، وڏو تي ويچارجانءِ!



اُهي اولاڻا، اولا جن لاهي چڏيا،
مادر جي مونکي ڏنا، پينگهي ۾ پاڻا،
پُونءِ پتون، پاڻا، پانيان جيجل - جهولڙي.



اُو جي اولاڻا، اوجا، جاڻ، آجاڻ جا،
وينا سوچ، آسوچ ۾ تاڪ ڪري تاڻا،
سي پئي ساماڻا، اندر اوساريون ڪري.



ڏُکن ۾ ڪِلُ - مکّ، سويا منهنجي سند جا،
تئين آڪّ ڦلهارجن، جئين لڳي لُکّ،
پر جي سَرن سُکّ، بَرين، باغ ڪِڙي پون.



ٻيلي ۾ ٻڙڏڪّ، ٻير، ٻوڪٽ روز ڪن،
چوليون چونہ چتيون ٿين، دريا ڪائن ڏڪّ،
لٿيون ڪٿو لَڪّ، ڪيڏي جٺ جبل سان!



ڪچي ڪين ڪُچي، ٻيلو ٻوڙو تي چڪو،
ڪاٿر ڪاچي خوف ۾، پاٿر چو نہ پچي،
وجهيو ڪرت قهار تو، ٻيٺو ماڳ مُچي،
لُٺيو لوڪ لُچي، اٿيو اوتر ناهہ چو؟

•

ماڪون يا ڪي مِينهن، وسن ريت تتيءَ تي،
جيڪي جيئڻ ڏينهن، ڪَيمِ ٻونءِ ٻِلي اُهي.

•

جيڪو ڏيهہ – ڏڪارُ، تنهنڪي ڏنب ڏياريا،
۽ جو سنڌ – سڪارُ، تنهنڪي سنڌ سنيارجانءِ!

•

راتاڪون ريهان، ڏِينهان، ڏيهہ سڄو سُٺي،
ڪِيهُن تي ڪيهان، جيتر جوءِ اتي پوي.

•

دادوءَ جي دِل شير، هاڙهي ۽ هالار ڪٿي،
روهہ زرهہ، ڊالون ٻِٽون، شهر شهر شمشير،
سارو ديس دلير، ڳايان ڪهڙي ڳوٺ کي.

•

گُهمي پيو گهاٽو، پيڙي ساري سنڌڙي،
تر سارو ٽاٽو، "هَت پُتري" جي هَٽ ۾.

•

## چيڙي بحث اڇاترا

محفل منجهہ مدام، سوچن سنڌي، سنڌ جا،
هاري ۽ مزدور جي محنت تي ماتام،
پاراتا پرمار کي، دشمن کي دشنام،
ڳالهين مان ڳالهيون گهٽيون، هٽندا هرهر هام،
هِينئن تئي ۽ هونئن تئي، جهڙا گفتا جام،
وقتائتي ويڙهاند کان، لهرائيندا لام،
آخرڪار انجام، ”جيڪا مرضي ربّ جي“.



جيڪا مرضي ربّ جي چِٽو تي چوندا،
لِڪئي منجهان لِڪ کي لَنيون پيا لنوندا،
سؤئي راهہ رد ڪري، پيڙهہ ٻَڌي پڙهندا،
هاديءَ تي هٽندا، رولا يليل راڄ جا.



رولا رهزن دَور جا لوڪان لڪائين،
چوندا: ڪمي ڪونہ تا ايڏو ڪمائين،
پڙهن ڪهڙو چوڪرا، ڪهڙو پڙهائين،
وينا نتائين، چيڙي بحث اڇا ترا.



چيڙي بحث اچا ترا، چوکر چرڪائين،
قِسمت، ڪوشش، فلسفا، اُڏيڏ اتلائين،
تڙ تي تِرڪائين، متان، مَڇّ پڇي وجهن!



چيڙي بحث اچاترا، مذهب منجهائين،
اچيو يونءَ جي وچ ۾، اپ کي اتڪائين،
ڪونڌر ڪٽرائين، فتوائون ڦوڪون ڏئي.



چيڙي بحث اچاترا، ڏڏّڙ وڌائين،
پَٽر ميڙي پاڻ وٽ، پِٽّر پڇرائين،
ڦيٽا ڦٽڪائين، پاچاريون پياريون ڪري.



چيڙي بحث اچاترا، گڙبڙ ڦهلائين،
مِرُن کي مهلت ملي، واٺا وٺرائين،
ڪُرڙيون پڪڙائين، واڳون، سيسر وچّ ۾.



امن ۽ انصاف جيَ تَرَ ڪئي تقاضا،
بندوقن جا بٺرڪن، ڪوليا دروازا،
رستا جنازا، بازارون، ڪرفيو سٽيون.



ٻاڪارڻ ٻيلا لڳا، ڀِٽن جُهت جنبل،
بازارون دهشت ڏڪيون، ٻاڙا، چئونڪ ٻَهَل،
قاتل، جهل نہ پل، قتل غارت اوج تي.



گهمي پيو گهاٽو، پئي تي سنڌو پيڙجي،
قتل غارت هِر جڳهہ هرڪو رت هاٽو،
هيروئني ناٽو، ڪليو خون ڪري پيو.



سازش تي سازش، هڳدي تي هڳدو،
تاتارين جي سنڌ تي، نت نت نوازش،
قسمت ۽ ڪوشش، ڳڏي لوڪ، ٻِلو ڪريو!



## گن ڪلچر

ڪالهه پڙهو هو موت جو، اڄ سِڏو سڪرات،
ڪِٿي رهبر رائفل، ڪٿي مُڏا ڪات،
مصيبت ڪيَ مات، ڪندي، جيئندي قوم سا.



گهٽي، گن – ڪلچر، گهر ۾ دَوَر قرآن جو،
محلي ۾ محشر، در تي وِرد درود جو.



گوليون، گنسون، حالتون، مائوزر ماحول،
دهش گرديون چئونڪ تي، چڙهي لڏن چوڏول،
بارودِي بڙڏول، امن، چين، چني ويا.



ڏاڍو ظالم ملڪ ۾، جڻ لوسڻ ۾ ڏاٿو،
دهشت گردي ديس ۾، جڻ ونئڻن ۾ چاٿو،
ڳاري مان ڳاتو، ڪڍو، وَڏو پو مچان!



جمهورڙي جمهور، جيئي جمهوريت ڪٿان،
سنڌ سڄي چڪچور، سَرسي پهرئين سُورَ جي.



جمھوري قدرون، ڪھڙيون قدرون، رھبرو؟
ردن کي لٿيون، پگھڙن کي منٿون وڏيون.



دھشت گرد غدار، ڪوڙا، ڪڙڪڙ ٺوڪرين!
جھوري وجھندءِ پون ءِ جا، بخاري جھونجار،
ڪُٽيندءِ ڪاپار کي، ڏريندءِ ڍھڪار،
سورھيہ، سنڌ - سڌار، جوڙي وجھندا جُوءِ کي.



هوڪاري پرمار، ڏڪيندءِ ڌرتي - ڌٽي!
دودن جا ديھہ تي، بخاري، ڌڌڪار،
حقّ سيئي حقدار، ڪڙڪي، وٺندءِ ڪنڌ تي.



ڏرو ڏوھاري، پيليو چوٿا پون ءِ کي!
ٽپي ٽي تر جي پٽي، ڦھري ڪوناري،
بخاري پڙڪيو چوي، ڪنبو ڦھاري!
ترٻئو تاتاري، ڪُرڙين جيئن ڪٽاھہ ۾.



وَٺ وٺ اُٿي آھہ، دَر در دُکي آھہ،
پون ءِ بخاري تي وئي، آھُنِ جا آڙاھہ،
ملڪ سڄوئي معرڪو، جوڌا ۽ جنگاھہ،
پاپي ٽيندا پاھہ، ڦھري ڀرندا ڪاٺيون.



## نياپو نينهن مکو

نياپو نينهن مُڪو، خبردار عشّاق ٿيو!
اوچو موت اُڪو، نِيچو سيس نِمي جُئي.

●

ريج ڪيائون رَتُ، ٻجّ ڇٽيائون ڪوپريون،
اگهو اڄ سگهو سيان، سنڌو تنهنجو سَتُ،
تحريڪن جو تَتُ، وٺرت ويندو ڪين ڪي.

●

جيئريون جانيون جي، ملهيون ويڙهہ وڏيءَ ۾،
اُڪَر تِن جي اسمہ جي تاريخي تَن تي،
الف، بي ۽ تي، اکر اکر اڻ مُلهو.

●

جيئنديون جانيون جي، پُريون پونءِ پلي لئي،
ورن، واس، بسنت ڪي ساڳيون ڏينديون سي،
موسم، موسم تي، مُهرون سندن سوپ جون.

●

رت، گلابي رنگ، مارڳ کي مکجي ويو،
عجابي استاد ٿيو، آئيندو انگ انگ،
جيتر دنيا دنگ، ايتر سورهيہ سرخرو.

●

رُنو ايڏو ڏيهه، چولو پونءَ پڇي چڪو،
چيچڪو ساگر سُور جو، چولين ڪونهي چيهه،
سياڻي ساٿيهه، ڳوڙها شال اُگهي اُٿي.



منهنجا سَنڌَ وَڏيا تہ ڇا، سَنڌ نہ ٿئي سنڌڙي،
جوڌن جي جِندڙي، وطن لئي وڙهندي ٿهي.



سَنڌَ نہ ٿئي سِنڌُ، پنهنجا سَنڌ وڏيا تہ ڇا،
جوانن جي جِندُ، وطن لئہ وڙهنديٰ وتي.



## ڌرتيءَ جا ڏوڏا

تهبارون، طوفان، ٻيلا، ٻيلاٽيون ڪيا،

وٺ وٺ وارن ڪان جهلي، گينداڙيا گهمسان،
ڏونڏاڙيا دهقان، ڌرتيءَ جا ڏوڏا ڏِسي.

•

ڌرتيءَ جا ڏوڏا ڏِسي، ڏيهي ٽيا ڏاها،
هيبتناڪ هراسجي، هانوَن ڪي "هاها"،
چاڙها ۽ لاها، جُهوٽا پينگهہ - جهان جا.

•

ڌرتيءَ جا ڏوڏا ڏسي، ڏاها ٽيا ڏيهي،
محلاتون، ماڙيون لڏيون، ونگ ويا ويهي،
پيهُيِن ۾ پيهي، ورتئون پاند پناهہ جا.

•

پيانڪ ڀونچال، اچانڪ ڏوڪي پيا،
ماڙيون، ٻاڙا، مال، سرمايا سهڪڻ لڳا.

•

ڌرتيءَ جا ڌوڏا، دِهه دِهه ڏُوڙيا ٿي ويا،
ڪوڙائي لوڏن ڇڏيا، گهر گهر جا گوڏا،
دَر در جا دوڏا، ڦِنڊڪ سان ڦاٽي ويا.



ڌرتي ڌڏي دَنگ، ڪِرٽو ئي ناهي ڪڏهن،
وجندو رهندو وِڄ ٽي، چوماسي جو چنگ،
(1) آتش - ڦينڪ پهاڙ جي پر ۾ جهومي جهنگ،
ڪيڏو روشن رنگ، چمڪي ٿو ٽڪراءَ ۾!



(1) آتش ڦينڪ: آتش نشان پهاڙ.

## پيغام

پهچائج پيغام، بخاري، هن پون ۾ جا،
ڦاٽا خاص ڦندي ۾، آجا ناهن عام،
ڪاسائي ڦهري لُڪون، ڪليون، گل ڦتلام،
ميخانا، مڪتب، مِلون، مَنهَن، گهر ماتام،
ڪارا ڪڪر تيو وڃن، نَيّر جهڙا نام،
هاڻي هٽجي هام، ڏسيو، ڪهڙي ڏِيّ تي!

•

عجائب آوازُ، بخاري، هِن پون ۾ جو،
ڪڏهن ڪينجهر – ڦاز جان، ڪڏهن بحري باز،
ڪٿي سوچ – صلاح سان، ڪٿي اُت – اعجاز،
دُکيءَ وٽ دمساز ۾ مُکيءَ وٽ ممتاز،
آمُر ۾ ايلاز، پئي بَلّ ڪلامَ ۾.

•

ڪُوڪن جا ڪرتبَ، سُتا سپ سجاڳ ٿيا،
اگهايون استاد جون، رنيون آخر ربَ،
ميخانا، مڪتبَ، توٽيون، تنب اُٿي پيا.

•

## سنڌ جو سعيو

سنڌ جو سعيو، رکو پنهنجي جند جان،
اٿو، جهد، جتن سان، بر تر برسايو،
وطن ورسايو، وينجهارؤ وارو ڪيو!



سهڻي، سوني سِنڌُ، سدا جرڪي سِجَ جان،
جيئي جڳ جي جِندُ، سنڌو جان جهان جي.



(1) اجا چانڊڪا، چانڊيو، منگسي ڪيسنٽئين،
تون پنهنجي تاريخ تان، ٿوڪون لاھ تِڪا،
ڏارئين ڏيج ڏِڪا، پائرين پاڪر وجهي.



چئو تون چانڊڪا، ڪُرسو رهندين ڪيسنٽئين؟
جوهر تنهنجي جُوءِ ۾ بيشڪ برک لِڪا،
ڪونڌر وڏا ڪوڏيا، تنهنجا تيز ڪِڪا،
ساري سنڌ هِڪا، تون پڻ بازو پونءِ جو.



بانڪا ڇانڊڪا، ڪنبيو رهندين ڪيترو،
دودا، ڏگ ڏِڪا، ڪائن ڪوڪي خان ڪان!



(1) چمڪيا تو ۾ چانڊڪا، موهن، جهڪر، لنگ،
ديهون ناهن دنگ، اڳتي لوهم، آمري.

●

(2) رني يا راوڙ، جيت نہ ڏئي جيور،
قلعا، ڪوٽ پناهہ پر، ڪاهيندا ڪونڌر،
هوش، همت ۽ ٻر، سورهيہ گهرجن سوڀ کي.

●

(3) ڪائر، پائر، ڊٽ، منڊي، ٽنگون، ڏڙ،
ٻٽون، ڏهر، ٻٽ، اڳ هڪيئي لڳ جا.

●

ٻٽ ٻٽ تي پاٽو، اباڻن جو آد ڪان،
(4) ڪنڌو قرب وندو گهٽو، منو مهراڻو،
پارڪر پراڻو، نئون نينهن ڪري وڌيو.

●

(5) ترڄائي سان ٻرُ، ميڄڻي ڪير ملير ۾،
اولانبيون ٿيون آڳريون، ڇپ نہ سلي ڇرُ،
قائم اوچو ڪرُ، ڪوپو ڪوسو ڪاپڙي.

●

---

(1) لاڙڪاڻي ضلعو وارو خطو.
(2) موهن جو دڙو – جهڪر جو دڙو – لنگهہ جي تاريخي ڍنڍ.
(3) رني ڪوٽ، راوڙ، جيور، قلعن جا نالا.
(4) ٿر جا طبعي پاڳا. مڪاني نالا.
(5) ڪنڌو ۽ مهراڻو – ٿرجي طبعي حصن جا مڪاني نالا.

ڪاڇا، تنهنجو ڪاڇ، ورهيارو وسڪار سان،
(1) واهيون، ڪوُرون، ريج رَڃ، ريڙها، گجي گاج،
هاري هر جي هاج، ڪاري مزدوري ڪري.

●

(2) سورهيه ساهتي، سارنگ سهتي جا آجها،
(3) ڪاهين ڪلڪ، ڪنار سان ٽڏي توءِ تتي،
تنهنجي پُور – پتي، سَٽين، سوچين سنڌ ۾.

●

دادوءَ جي دل شير، ڪڇي ۽ ڪهسار ڪئي،
بانڪو بلاول امر، دريا خان دلير،
هرڪو مرد مٽير، ڪيهر ڪوهستان جو.

●

(4) مان مٿاهون ميلُ، جَرڪَ جهجهيۡ هن جُوءِ جي،
هڪڙو رانجهُو هِيل، لڪين مير مٽيَ ويو.

●

---

اشارو، روپلي ڪولهيءَ ڏانهن.

(1) ڪوروون: ڪاڇي ۾ پاڻيءَ لاءِ هٿ جون کوٽيل ناليون.
واهيون: ڪاڇي جي نين مان نڪتا پاڻمرادا وهڪرا.
رڃ: نئن جي پاڻيءَ جو وهڪرو، ريج.
ريڙهو: ٿورو پاڻيءَ جو رڙهي رڙهي پهچي.
(2) ساهتي: هاڻوڪو نوشهرو ضلعو ۽ خيرپور ضلعي جو ڪجهه حصو.
(3) هتي ناميارا ڪلاڪار به پيدا ٿيا ته جونجهار به.
(4) ميل: ساريالو علائقو، ميهڙ کان شڪارپور تائين وارو علائقو.

سورهيه سگها، سيبتا، مانجهي ميهڙائي،
لوڪن ڏيڪاريا لقا، جوڏن جَهِڙائي،
اٿل اهڙائي، جبر ساڻ ڄُڏون ڪندا.

●

بهادر بتنگ، سيخن ۾ سَنجڻ لڳا،
ڏاهن جا ڏنيڻ لڳيون، اولانبيون انگ،
نِڪري نيٺ پتنگ، الُري آيا آڳ تي.

●

ألري آيا آڳ تي، پڻن سٺ پروانا،
بَيِر، يميت سامهان، شعلن ۾ شاتا،
ڇِپيون: ڳل – ڳانا، جهجّهڙ: ڳاڙهيون اجرڪون.

●

دادوءَ تي دڙباٺ، تاتاري يلغار جا،
شاهد ڪُهني قهر جا، لڪّي، تلتي گهاٽ،
ڳوٺن اوچا ڳاٽ، جُهريا، جُهڪيا ڪين ڪي.

●

راوت، راڌڻ، خيرپور، ميهڙ شهر مٿير،
سارو ديس دلير، ڳايان ڪهڙي ڳوٺ کي.

●

ميھڙ ۽ مهراڻ، ميم ٻنهي ۾ معتبر،
سهڪن سنڌو ساڻ، ڳڌجي گرميون، سرديون.

•

مڇرجي ميھڙ، ڦهرن تي ڪنڪي ڪئي،
سورهيه ڳولين ساملهون، جڻ برسياتن ۾ ٻڙ،
ڏڏڪا ڏوڙيا، ڏڙ، بوهيارا، ٻاهيون لڳيون.

•

مڇر جي مڙسن ڪيون، ڪنڪ تي ڪاهون،
ٻه ٻه ٻارهن، ڏهه ڏهان، ٻارهن سؤ ٻاهون،
ڏنائون ڏهڪار جي، ٻـازر ڪي ٻاهـون،
ڏوڏ ڏنيون دانهون، مارون ڪائي، ملڪ ڪي.

•

ملڪ سڄو ميھڙ، ٻنجي، پوت، پڇي وڃن،
گهر گهر، تڙ تڙ تان تئي، تاتارين ڪي تڙ،
ٻنين ونيـن لئه وڙهڻ، وِيرَ اوهـانجا وڙ،
جُوءِ منجهان ٿي جڙ، پاپن جي پٽبي سگهي؛

•

عذر خواهي مان، پُورَن - پَٽَر تي ڪريان،
نشتر، راز، وقار ۽ وفا، آٿم سان،
ادا، اسان ڪان، پيارا، پاپ ڪسي ويا.

•

زوراور ظالم، ڪُونڌر ڪُهرائي وڌا،
آءُ وفا، آٿم، مارن لئه ماتم ڪريون!

•

## ڄامشورو

سنڌوءَ جو ڄيرو، 'شورو ڄام'، شهر آ،
جيري ۾ ڄيرو، سنڌيَ سهندا ڪيترو؟



سنڌوءَ جو جيرو، شورو ڄام، شهر آ،
متان ڄمي ماڳ تي، پاپن جو پيرو،
جيري ۾ ديرو، متان، مرض ڪري وجي!



سنڌوءَ جو جيرو، شورو ڄام، شهر آ،
ڏاڍو ڏئي ڏاڍ ڪي ڇيري تي ڇيرو،
گهنگهر جو گهيرو، ڪڙڪو، ٽوڙيو ڪونڊرو!



سنڌوءَ جو جيرو، شورو ڄام، شهر آ،
آڪيري جي ڪُک ۾، ڦٽي ڪانڊيرو،
تہ پو واهيرو، ڪٻو ڪهڙي آسري!



سنڌوءَ جو جيرو، شورو ڄام، شهر آ،
اڇو اُجرو اوڄ ڇو، ڦٽئي مُنهن ميرو،
لوڏيو انڌيرو، ڪوٺيو، سگهو سوجهرو.



## منهنجو ڳوٺ مٺو

(1) منهنجو ڳوٺ مِٺو، ايڏو، جيڏو ڪوبہ نہ،
منهنجي ديد ۽ دل ۾ دلبر ڪُل ڪَٺو،
جيڪو ڏيک ڏِٺو، رکيو سانديي روح ۾.



غلام چانڊيو، منهنجو ڳوٺ مِٺو، سٺو،
لِکان لک دفعا مان، ڪاغذ، ڪلڪ ڏِيو،
پڪو پيچ پيو، مونکي ماءُ جٽيو جتي.



ڪهڙا شعر لکان، پنهنجي پياري شهر تي،
ماٺهو جنهن جا من ۾ جيئن صفحن منجهہ سٽان،
ستي خواب ڏسان، گهٽيون گهير گهمان پيو.



منهنجا ڳوٺ، مٽي، چماڻ ۽ خاڪ شفا ڪري،
تنهنجي گهر۔ گهٽي، سانڍيو مونکي سنڌ لئي.



---

(1) جنم ڳوٺ، ٻلڪ ٽن پيڙهين کان ڳوٺ، ٻلڪ منهنجي عمر ڇٽيهہ سال ڳوٺ غلام چانڊيو، دادوءَ ۾ گذاريا.
هي بيت جيتري تائين لکندو رهيس (ا-ب).

وڻ وڻ سان واٽيون، ڳوڙهيون ڳالهيون ڳوٺ جون،
جوين پوڳيون جي أتي سي سمجهو مون ماٽيون،
اهي کھاٽيون، هاٽي خواب شباب جا.

•

تَتي ڏُپ اگڻ تي، ٿَڌي نِمِ جي ڇانءَ،
پون پور لچيو پوان، ٻُسِيو پوي هانءُ،
اڳيان کيڏان آنءُ، ابو، امڙ چِلم تي.

•

(1) پيِرل، رَسُولو، ٻئي پڙهڻ پيا وڃن،
نِمُن ۾ جُھولو، آءُ اکيلو کيئن لڏان!

•

نئون وڳو، شوق نئون، هبکيس پوءِ ٻه هليس،
بابا سان ٻجکي کٽي، پڙهڻ لئہ پھتس،
(2) احمد شاھ ٻٽيس، أتي پُنّهل شاھ مان.

•

---

(1) پيرل: پيرل شاھ (پڻات)
سولو: رسول بخش (پڻات)
(2) پهرين ڏينهن اسڪول ۾ نالي داخل ڪرائڻ وقت بابا سائين پتاشا ورهائي منهنجو نالو پنهل شاھ بدران احمد شاھ لکرايو. (1996ع)

مُنهَن، لَٽا، ميرا، اُجريون دليون، دوستيون،
ڏهه ڏهه پيرا ڏينهن ۾، گهٽين ۾ ڦيرا،
سانجهي، سويرا، ملڻ لئه ماندا لڳون.

●

پَتا، چوپڙ، ونجهوٽيون، ملهون، آڪاڙا،
نه ڪي اڳ اغوا هئا، نه ڪي ڏر - ڌاڙا،
ڏِٺم ڏهاڙا، الاڙي، ڪهڙا ته ها!

●

## ڳوٺ جون يادون

بيٺيون آهن بَند تي، ٿُرڙ بہ تي ٿالهيون،
ڳاهن سان ڳالهيون، ڳائن ٽيون هِن ڳوٺ جون.



”ٽِيڻو وِيڻو وِٿ“، ٽِٽيهر چوتو پِٽين؟
منهنجو تون بہ تہ مِٿُ، بيلي ٻاڪارين پيو!



مون جي پوکيا وڻ، اڱواڙي، اوطاق ۾،
ڪيڏا تن جي تات ۾، ولوڙيہ واهڻ!
جيڏا، جڏهن جوان ٿيا، مال ڪيائون مڻ،
ڳٽيہ ڪابہ نہ ڳڻ، وڃيہ، ڪاڏم وات ۾.



چوماسي جا مِينهن، اتا، اُپريون چڪيون،
هنيہ ننيڙي هٿ سان، سهٽا چار سرينهن،
ساوڪ ۾ سُرهاڻ سان، ننڍي لاڪون نينهن،
ڏکيا آيہ ڏينهن، وڪٽي ڪاڏم وات ۾.



(1) ٽُڪرا ٽڪرا تاريون، ڇيهون ڇيهون ڇانءِ،
ناٿا... اتنمنجي ناںءِ، ڪنڌار ڪيس آقتال ڻيا!



نِمُن جون ڇانئون ويون، سِرنهن جي سُرهاڻ،
ڍاڻي ڀاڻي ڇڪاڻ، سُرهڻ، سونهن ڳيا ڳيا.



سهُٽيون بَرڙيون ڇيلڙيون، دل چوي ڏاريون،
پاٽي پياري پيارسيڻ، چاهه ڪري چاريون،
بولِن بيڪيءَ نينگ ڏين، وڻن ويچاريون،
پئسي لئي هياريون، ڪوبي، ڪاسائيءَ ڏيون.



تاڪيدان تاتيون، ڳابا، ڳابيون شوق سان،
ڏينهان ڏسڻ ڍائسڻ، رکوالا راتيون،
ڳچيءَ ڳراتيون وجهي، ڇهون پيا ڇاتيون،
پئسي ڪارڻ پيار جون، پلجون سپ باتيون،
ڪوئائي ڪاتيون، هٿن سان هڪليو ڏيون.



(1) تاريون: تالهيون.

ڇُوڄ – پريون واچون، تڏا، مِٽا ڏينهنڙا،
ڳاڙهيون ٻيريون ڳوٺ ۾، ڪٽڪن جا آيُون،
ڳايُن جون ڳائن تليون، ڏاندن جون ٽاڏون،
جيپُن جا قيٽا قِرن، گهوڙن جون ٽاپون،
جود ڪري جاڳون، وٿون، واڳون وقت جون!



لٽا سنڌي ٻير ۽، پڪا صوفي ٻير،
ميندي – رَتا مند جا، پَٽن تي پيا پير،
هوا تي هسوار تي، سرهاٽيون ڪن سير،
موجون مچن ماڳ ۾، خوشيون وندن خير،
ثاني منهنجي سنڌ جو، ڪٿي آهي ڪير،
اتو مرد مٽير، گهٽيون، گهير سڏين ٽا.



چٽن جا قوٽا لٽا، مٽرن جون قريون،
فضائن کولي چڏيون، فردوسي دريون،
پوکن ۾ پوچو ٻُکون، پيڙن ۾ پريون؟
لٽا ليرون لير چو، سِر تي بارَ پريون؟
اتو ڪَمُ ڪريون، ٻنين، ونين واسطي!



پوکن تي پيها پيا، گهوڪن ڪانياٺيون،
جوين چڙهيون، ٻاجهريون، جواريون ساماٺيون،
کيتن ۾ آيون، ڳنا، ڪلڻ جون ڪاٺيون،
وڃن بينون، بينسريون، ڪَڇَنِ آڪاٺيون،
تاريخ ۾ تهذيب جون، سوين سمجهاٺيون،
سنڌي، سنڌياٺيون، سيئي سونهن سنڌ سان.



سارين جون ٻاريون، سياري جون راتيون ڊگهيون،
ڳگن ۾ گونجڻ لڳيون، ڪافيون ڪوهياريون،
ٽانڊاٽا تمڪن پيا، ٻيڙيون ڪن ٻاريون،
ڏاڍا، ڏيرن کي وڃن، ڏينهن - ڏني ڏاريون،
اچو اوجاريون، مِڙي پنهنجي ماڳ کي!



مچن تي ميڙا، سيارو سرديون سنڌ جون،
چرچا، ٽوڪون، ٽهڪڙا، ٽانڊن تي ٽيڙا،
جهونا قصّا عشق جا، ديوَن سان جهيڙا،
ياٺر، ٽيو ٻيڙا، جابر کي جهوري وجهون!



ڪيڏو شوق – شڪار، ڪچو، ٻيلو، ڪيٽيون!
پنجوڙون، سوٽا، ڏقا، طنّابون ٻه تيار،
هوڪارون، ٻوڙون، ٻڪون، گاريون، پوندا ڪار،
ڪُتن جا ڇهڪار ۽ خفتين جا ڪُڏڪار،
ٻهڪن ٻيا، ٻار، ماري مرون ماڳ جا.



ٽي. وي ۽ ٽي ٽولا، گهر گهر، هرجا هوٽلون،
ڊراما، نغما، نيوز، رَس، رانديون، ٻمر – گولا،
ڳيرو ڪي ڳولا، وتن وي سي آر جا.



ڌرتي وڏي ڌوڌ ۾، آڪاس آهه اداس،
ٻاهر ٻارڻ جنگ جا، اندر ڌنڌا ماس،
هيبتناڪ هراس، جاڳو، لوڪ، تڙي ڪيون!



(1) جيڪي پُونم ڪان ٻُڌم، جيڪي پُمَبر ڪان،
جيڪي انبر ڪان ڪنيم، جيڪي ساگر تان،
سوٽو دلبر مان، سنڌوءَ ڪي سونپيو وڃا.



(1) پُمبر: ٿوهر جو گل.

هوائن ۾ باغ – بُو، راهن ۾ رابيلَ،
پهاڙن ۾ سوڪڙيون، ميدانن ۾ تيل،
ٽي. ويون، ريڊيا، محفلون، خوشيون، موجون، ڪيل،
دهشتي ڏاڙيل، گُهٽيو پونءِ لُٽيو وڃن.



ماڪي، مکڻ، کير جون، وطن ۾ نهرون،
حورون، پريون، موملون، شهرون ۾ ڏهرون،
دوزخ جون لهرون، روڪيو، جوءِ جليو وڃي!



ينئرن جا پُٽڪا، سنهڙي سُرپُر هير جي،
ماکي – مک جا ماڪ تي، چاهت سان چُسڪا،
اندر جا اُبڪا، سُٽي سوچ سنوپري.



ڦهر ڪن ڪڙيات، ڏڏڙ اٿي ڏوڏ جي،
گهٽين ۾ گهوگهٽ وڏا، وٺن ۾ واڇاٽ،
اُتو، سچو راڄ تي، گولين جا گهوگهاٽ،
گهنگهريا گهرگهاٽ، ويڏن يا آزادگي؟



## سيارو

سيارو، سِيرون سِيءُ، تِڙڪو طلبي تَنُ،
ماندو منهنجو مَن، سهٽا تنهنجي سنگ لئي.



سيارو، پارو، جُهڙ، سنهڙا سِياندا ساهه ۾،
جهڙو ڳاڙهو ڳُڙ، تهڙيون تنهنجون ڳالهڙيون.



سيارو، سِيءُ وسي پيو، آذي رات عَذابُ،
محنت ڪش جو عيشڙو، تنهنجو شوق، شبابُ،
شيشو، نوش، شرابُ، ناٽي جون مايا – خوشيون.



سيارو، سِيءُ وسي پيو، بُتَ سُڪڻ جو پَئو،
سينا، سيڻ سان مِلن، تند تپائن تئو،
ماڻهن جي هَئومَئو تري، ماڻيون محبت مئو،
بيشڪ باهيون سَئو، آهن عشق عجيب ۾.



سيارو، سيءُ وسي پيو، جيءَ ڇيو جيڪر!
پاسي ۾ پنهنجو پرين، هوند هجي هيڪر!
هاڻ ۽ ڪري هيٺ، گيتن ڪي گرمي ڏيان.



گيتن کي گرمي ڏيانءِ، رڱ رڱ ٻاري راڳ،
اهڙي تکي آڳ، سرديءَ کي ساڙي رکي!



گيتن کي گرمي ڏيان، چڱ چڱ ٻاري چاهه،
ڏوراپــن ڏنــيـي وڏو، اوڙاپــا آڙاهه،
آرهڙ جهڙي آهه، سياري کي ساڙي رکي!



گيتن کي گرمي ڏيان، تيز تپائي تند،
سردين سَنڌ سَتي وڏا، ڏڪٽي، ٺڙڪن، ڏند،
ٻاري رهون رَند، ٻانڌي، پنڌ پگھارجي!



گيتن کي گرمي ڏيان، ٻٽجن آهُون ٻاهه،
ڪوسا ڪوسا ساهه، سرديءَ کي ساڙي وڃن!



گيتن کي گرمي ڏيان، ڌانهن ڪريون ڌونهون،
سوجِهرو سونهون، ساري ڪٽجي سات سان.



پاڇو ۾ ٺڙڪو، سامهون، ساڻ ڪنيون وتان،
پومي جيڏو پروسو، اُپَ جيڏو اُڏڪو،
هوا ۾ ڦهڪو، صدا ۾ سوپون وڃن.



ڳنڍي ٻڌي ڳوڙھا، ٽانگر جان ٽڙندو وتان،
چڙي پوندا چيھہ تي، ڦسن جيئن ڦوڙا،
ڪنت وجھي ڪوڙا، مٿا ڳايان ماڳ لئي.

●

بيت، بسنتي – باڪ، معني، سوني روشني،
سھڻائپ جي ساڪ، سِٽون، رِاسون سڄ جون.

●

(1) پھڪن پاپيھا تہ چا، ھوڪارن چا ھنج؟
(2) پالين ھا "بابا وڏا"، پاپي چنبا پنج،
(3) پنج ٽين ھا گنج، چرغا، چرغن سامھون.

●

ھوندا ھا جي ھَنج سي، دَوُر بنايا باز،
شعلن ڪي شاباس جن، پھرايا پرواز،
چيريندڙ چُھبن، چنبن، نَنھن مٿان ناز،
(4) ڪانئر نيرگ، قاز، ڪاتيءَ ڪنڌ ڏيو وتن.

●

ڦوڪئي آگ، ألا ٽٽئي، چٽنگون، مَڇ جھجھڙ،
(5) ابابيل، عقاب ٽيا، جِھرڪيون، جِھرڪ، جَھگڙ،
بجلي، سيڪ، رَڳڙ، ساٽا انگ سگھا ڪري.

●

(1) پاپيھو پکي. (2) بابا وڏا (پتائي سائين).
(3) چرغا: باز، باز جو ھڪ قسم. (4) نيرگ ۽ قاز: ڍانديي پکي.
(5) ابابيل: ننڍڙا پکي. جھگڙ: باز جو ھڪ قسم

ڪان ڪان ڪن ٿا ڪانءَ، پرهه ڦٽي پريات جو،
ٻُکيا، ڏُکيا يا ڏِنا يا ناهن ٿيا ٽڙٽانءَ،
يا هڙئي ڪولي هانءَ، پرهه جو پرنام ڪن.



ڪان ڪان ڪيو ڪانءَ، باز ٻڃائي پونءَ تي،
سورمي سالار جو، ههڙو ڏٺو هانءَ!
ٽڙڪي جنهن جو ٽانءَ، ساٿي پنهنجو ناهه سو.



(1) پرماري ٿيا پِيل، انذاري هر دَور ۾،
ڪُڪرن سان ڪڙڪي پَون، اڻ ڳڻ ابابيل،
عدل آڌو اِيلَ، ڪرٽي پوندي قهر ڪي.



نِيري – ڪاري رنگ، اکيا، آڪيرا گهٽا،
جُهون جُهون چِيخن جهرڪيون، ڪانگيرا ڪن ڪانگ،
ڏيڏيءَ ڏيڏيءَ ڏانگ، پنيان پَرڙ – بلاءَ جي.



---

(1) پِيل: فيل هاٿي.

(1) ڪرڪس ديوَ خزان جا، ٽارين ۾ ٿهڪن،
ساوڻ مان سُڪڙي ٽيا، پيلا، ڪارا پن،
وڇوڙي جي واچ تي، پاڙان ٽا پڃن،
پيرن هيٺان پيڙجي، ڪيڏي ڪڙڪڙ ڪن،
”جيئڻ ٿورا ڏينهڙا“ پُرندي ٽا پٽڪن،
ويندي وقت چون، ياڻ بڻايو پوڻ جو!

●

(2) مولم ۾ ماتام، ”وُووو“ واهوُندن ڪيو،
ٿِتو ڪُهتي واءَ ڪان وڻ وڻ جو وسرام،
(3) ڪامَهه ۾ ڪُهرام، موسم ۾ پِتڪو پيو.

●

(4) چُريو چاليهو، سيني - ساڙ لُڪون لڳيون،
ٽاٽو ٽامون تي ويو، سَٽڪ ٽتو سِيهو،
بُت نه تي بيهو، بادل تيَ برسي پئو!

●

ڦاري پوڪي هوش سان، ڪيڏيَ ڪوڏ ڪٽڪ،
داٽا ڪوڙ ڏٽڪ، موسم، مِينهن، هوا ڪيا.

●

---

(1) خرخسوديو: لوڪ قصي جو ڪردار.

(2) مولم: اوير جي هوا. (3) واهوندا: بهار جي هوا.

(4) ڪامهه: اوير يا اولهه کان لڳندڙ هوا جو طوفان.

(5) چاليهو: اونهاري جا چاليهه ڏينهن، گرم جهولي گهلڻ وارا.

ماڻهي ڀالي پيار سان، چڪيون چوڏاري،
سيني ڪي ساڳي مِلي، سهولت ساري،
ٻارِي ڦولهارِي، ڪا ڪا ٿبارِ ڪُرومُرو.



ٻَڪِي ٻيپاڙي، پاڙون، پَن ڪبا ٻہ ٽيا؟
ٻاري، ٻيجي، ريج ري، وَڏايان واڙي،
”چئور نہ هڻ چاڙي“، ڀئي تون پلجين پاڙ تي!



ڊَٻ ڪَنڌي ۾ پَلَ، پَسج ڪي تہ پهاڙ تي،
ڪنهن ڪنهن جهنگلي گاھ ۾، ڪيڏا عزم اجهل،
ٻُوڙا تنهنجا ٻَلَ، جَبل تا جهيريو وجهن!



ڪارين ڪُنڊن ۾ لِڪا، ڪُڏا ڪوريئڙا،
تِڙِڪ تِڙِڪ جي تار تي، ناچُو نوريئڙا،
ٻاريا ڪاري ٻات ۾، تانڊائن ڏيئڙا،
جوت پريا جيئڙا، تنهنجي تات اتامري!



ڪينجهر متان قاز، تڪيا پڙڪا باز جا،
پِپَر ۾ پولار تيئن، پَرن جا پرواز،
ادب جا آواز، ساڳئي ليکي، ساهتي!



وينو ڪانگ تڪي، تِڪي اُتّ عقاب جي،
نِيلي ڇِت ڏي هو اُڏي، پِت تي هيءُ بڪي،
هُن کي تِڪ ڏِڪي، هِن کي تِڪ ڏڪي وجهي.



جهوريون جُهورَ وجود تي، جيئن ميرو - مُنهن، مڪيون،
سوچون سامهون سُورَ جي، جيئن سامهون سِج، اکيون،
رِتون مون به رکيون، وَتون سانديي ڳنڍ ۾.



موتيو موتيو مَڪَ، اُڏاميو هرهر اچين!
هٿن سان توکي تڙي، ڪِني تي پيس ڪَڪ،
ڇِپي منهنجي اک، ڏِجي توکي ڏوهه ڇا.



سُڃائيءَ ۾ سُور، جيئن اُهميءَ منجهه مڇر،
پنڊا، تو ۾ پيڙ جيئن، ڇُوڙُن منجهه ڇَپر،
وسن مِينهن پَٿر، سَهن ڪيت سرنهن جا.



پِـپر جا پَـن ڊال پـر، بيد جـا پـيالا،
چاٻيون، ناڙي - مُـڪڙيون، سَت - ڳُلا تالا،
وَلـين ۾ والا، بـينسر، بـولا، جهومـڪـا.



أپ ڪان اڇي پونءِ ڪي، پاڪر پائي اُسَ،
پاڙي ۾ کهڙي نهي، تنهنجي مون سان رُسَ،
بخاريءَ جي پُسَ، جيئري يار ڪري وئين!



پکين سان اوريان، باهه، بخاري هانءَ جي،
ڇهنبون چورن هو تہ مان، سُورن کي سوريان؟
ڏُکين سان ڏوريان، ماڻهو جيڪي ماڳ جا.



اڇي هيٺ پکي، سچي ڪر اُستاد سان!
هوندي تو بہ ڪچي پکي، ڪنهن سان پِرت رکي!
چَپن جهڙي ڇهنب سان، ڇا تو چَسّ چکي؟
ڪٽي ساک، سَکي، توکان منهن تہ مَٽي نہ وئي!



هوا سان احوال، اوريان وينو رات ڪان،
بخاري پَڙڪيو پوان، هو تنبيو ڪري تال،
لچيو شوڪارا پريان، هو چوچي ڏئي چال،
پارڻ، پائيتال، پَهلئي جا پَهليو پُڏي.



راڄن گهريا راڳ، بخاري راڳي ڏسي،
اندر ۾ ڪورو بري، اوڳاڇيان تہ بہ آڳ،
دل ۾ رکيو داڳ، اوتيندو جهوتون وتان.



(1) پندو توڪو ڪٽڪ جو، پلڪ جَند جا پُڙَ،
دم دم گهڪا ڪرٺ جا، اُدَمَ، ٿُلها ٿـُڙ،
آلا، ايڏي چڙ، ساجن ڪاڻ سهان پيو!



(1) توڪو: اتر سنڌ (سِري گهوٽڪي) طرف ان جو ماڻ، ٿلهي ليکي پوري.

## ملهن پنيون ميل جون

(1) مَلهن پنيون ميل جون، سالو سال پليون،
(2) کيتن ساڻ کِلي ڪرن، رُتون رنگ رَليون،
(3) ڳائن ڳوٺ ڳليون، مَهمائون هِن ماڳ جون.



مِنيون پنيون ميل جون، سالو سال سَڌر،
وَٺون ڪِٽ وڪوڙيون، ڪاري زهر ڪلر،
اٿئون عزم اٽر، صاف ڪنداسين سيم کي.



گندو پاڻي گڏ تيو، ڍنڍون، ڍورا، گپ،
سيڪ، ڏُبا ۽ ڏپ، مڇر، تپ مليريا.



پورهيت مايون ميل جون، ولوڙن واهڻ،
رونبي، لاباري ڪري، تورا ڍرا تڻ،
ماها کِير، مکڻ، منهن ۾ پوبه مٽيا گهٽي.



(1) ميل: ساريال. (دادوءَ جو ميهڙ تعلقو ۽ لاڙڪاڻي ضلعي جو وڏو حصو).
(2) کَرِن: کَنِ: اهو اِستعمال بہ اُتر سنڌ ڏي آهي.
(3) مهمائون: ساراهُونَ، وَڏايون.

ٻاتيءَ ساڻ رَليون ويون، ٻاتيءَ ساڻ وريون،
سِرَ تي پريون گاھ جون، ڏاڍيون سي ٻہ ڳريون،
ٻُوريون، حُورَ پريون، اُوڏيون اُسَ ڪري وڏيون.

●

باغن ۾ زيتون ۽ ڪَڏُن ۾ ڪُرڙا،
واڻون، واھڻ واسيا سگڌاسي سُرھا،
مِٽيءَ ڪي مُزرا، جنھن ڍوليا ڍارائي چڙھيا.

●

(1) خيرپورائي ڪوھ، ٻِرمايا ماٺھو گھٽا،
اجا سوڌو سنڌ ۾، ڦند ڦلھاريا ڦوھ،
جاڏي وجھون جوھ، ڏِسون ڏيرا وھم جا.

●

ڏوٽيم ڏيان ھزار، اتيس اوٺڙ تي تڪو،
وھمن واھيرا پٽيم، ٻگم ٻِرمن ڏار،
ٻئي تي سوچ سچار، ٻَٽي ٻاڙ انڌير جي.

●

ڪاچا، تنھنجا ٻَٽَ، سچا چانديءَ، سون جا،
پٿر، ھيرا قيمتي، ھنڌ ھنڌ جن جا ھٽ،
رڳو ڳچيءَ ڳٽ، لاھ تہ ڪاچا، لال ٽين!

●

(1) ڳوٺ ڪولاب جيئل، ضلع خيرپور ميرس ۾ ھڪ عام ڪوھ جي ٻاڻيءَ لاءِ اھو ھل ھليو تہ: ڪوھ جو ٻاڻي ھر مرض جو ھڪ تڪ علاج آھي.

(1) هر گهر منجهه حساب آ، هَڏ هڏ آهه جَڏو،
(2) جهيڙو وِيڙهه جتي ڪتي ڪونہ هوڏ، ڪَڏو،
ڏاڙيلن جو ڏر مٽان، ڏچو آهي وڏو،
چڏيو تر، تڏو، هرڪو شهر لڏيو اچي.



سُرندا، دوتارا، جهولن ڪنڌ سروز تي،
اچن الاتوهار تي، وهمي ويچارا،
جيئي اڳاجي شاهه چئي، گونجارن نعرا،
منجهن موچارا، سوچن ۽ سُڌرن پيا.



سهڻو گج، گهگهو، سونهين سُوڏي قد تي،
جيڏو ٺاهوڪو جٺو، ايڏو سَت سگهو،
باقي سڀ اگهو، سُجائي، سنسي ڪري.



آيا ٽرڪون، ڪيڪڙا، اڳي اُٺ، گلا،
وَٽن ڪُتن واڻ پيا، گهتيون، گهر، ٿَلها،
مڙن مِني ڪوهه تي، ٻيلون، مور ٽلا،
اهي ڳوٺ آلا، ڪڏهن موج، مزا ڪندا!



---

(1) حساب: جن پوٽ جي لڳت، جڏو: جن يا پوٽ.
(2) ڪڏو: غيرت، غرور.

ڪاڇي جا پيلهون مِنا، ماٺهو پڻ منڙا،
ڳائن ڇورا، ڇوريون، مورا ۽ ڇلڙا،
قرب لِکاٻن کهڙا، ڪاڇو عشق ئي عشق آ.

●

جوهي ۽ جدو، لوچڻ، لوڙ ڳنڊي وڏو،
غريبت، غني ڪيو، پورهيت اُت پهتو،
بنگلو هوٽل، پمپ کنهن، چئونڪ سچو ورتو،
پرديسي پيسو، بر ۾ باغ ڪريو ڇڏي.

●

(1) ڳاج تہ آهي ڳاج، صدقي توتان سول مان،
ڪاڇي ۾ کهسار جا، ڪڪرن سان تين ڪاڄ،
وَسن، رڄن راڄ، وَهن، خوشيون وِهڪرا.

●

(2) هي آ گورک هِل، هاڻي هِن سان مِلُ، اُٿي،
گڏرو ڪِري ڪات تي، تہ بہ گدري لئہ مشڪل،
يا ٽاريندو دل، يا هٽندو ڪِلَّ ڪپار ۾.

●

(1) ڳاج نئن مان ڦٽل سول نئن.
(2) گورک هِل لاءِ هڪ اُهو بہ انديشو آهي تہ اتي پرماري آفيسون بنگلا هٽي، قبضو ڪري نہ وٺن.

ڪاچو، سرڳ سِڳهو، بنبو لاڙ، ٻڍين جان،
پاٽي، ٻجلي جابجا، هرڪو روڊ پڪو،
اڳيان اوچ اِجهو، رڳو سنڌ سجاڳ ٿئي!



ڪيٽيون ۽ ٻيلا، ڪچّا، تنهنجي ڪڇّ ۾،
ڪٿي ٻجلي رِتا تي، ڪمند ۽ ڪيلا،
پرماري ڏاها گهٽا، هاري ڳهيلا،
هاٺي ياڳيلا، لُٽي ڳوٺ لِڪا هِني.



پُوريون، ڪاريون، ڏَٺَ، چَرن گور ڪچي ۾،
ڪوڪو ياڳيو سَيّرو، باقي لوڪ لنگهڻ،
ماڪيون، ڪِير، مکڻ، ڪپن ڪوڙ بزار ۾.



مينهون، دونهان، پاڻ، ڪُنڌيون، وِيءَ ٻئي ڪنڌيون،
چنگ، ڪهاڙي، مَنگهٽو، (1) سيٺه سي ڪنهن ساڻ،
ڍنڍيون، ڍور، نياڻ، مهانڊا هن ماڳ جا.



---

(1) منگهٽو: ماڪيءَ لاهڻ لاءِ لوٽو يا ڪينگر جنهن ۾ دونهون ڪٽي وججي.

موسيقي ماحول جي، ٻيڪون، ڪُڙڪ، تنوار،
ٻُڻ ٻڻ ماڪيءَ مکيون، ٽِڻ ٽِڻ ٽِليءَ لار،
روئڻ ننديا ٻار، ڏيئڻ لوليون مائرون.



هتان جي هٻڪار، پري کان پڌري گهٽي،
عطر چيت چٽي ڇڏي، مشڪ وندي وٽڪار،
ڳَٽي جي خوشبو ڪري ڳَڙهه تي ڪيڪار،
مِهرين ۾ مهڪار، ميندي، پڳهر، تيل جي.



## يتائي بابا!

اڳياڙي آڳر، وَرتئہ سونهن سعيد جي،
پڇاڙي پاڪر، وِڌءِ ساري سنڌ کي.

●

(1) بابا يتائي، توکان رات ڪَتيءَ پڇيو:
چوڏس چتائي، دل ۾ داغ رکيو وتين!

●

(2) ڏينهن تيا "ڏاڏا"، ڪاجا مِهر ڪئي،
پوءِ تو پَٽ پلٽي پريا، يٽائي بابا!
داديون ۽ دادا، تحفا دَوِرَ ڦٽين ڏنا!

●

جيڏو توکي ڏانءُ، ڏات بہ ايڏي او ڪوي!
آڏو تنهنجي آنءُ، سورج سامهون ڏيئڙو.

●

جِتي تنهنجا پيرَ، اُتي سِر سين جا،
اوڏهن اير نہ پير، جيڏهن سير ڪرين تون!

●

---

(1) ڪتي: ثريا، پروين.

(2) ڏاڏا ڪريم: شاهه عبدالڪريم بلڙي وارو، شاهه لطيف جو ڏاڏو.

واچوڙن جي واڳ، طوفانن تي سوار تون،
پاندي ٻڪون تو پنيان، ڇُھون رڳو ڊاڳ!
مٿي تنھنجا ماڳ، جتيءِ جوت پيغمبري.



تنھنجو فن پارس، لوھَي کي سونو ڪري،
مڙئي تنھنجو معجزو، ڪَس بہ ناھي ڪس،
اِھو تنھنجو وَس، ذڌڙ مان ذاٿيون ڪرين!



يا تون ماھر جوھري، يا تون ڪيمياگر!
يا تون جادوگر وڏو، يا تون پيغمبر!
سخن جو پرور، آھين پاڻ لطيف تون.



## ڪي ڪي اسمون سنڌ جون

پَٽن ٿوهر هٿ ۾، اوڪارن پيا آڪَ،
ڦڪن مٽان ڦڪ، ڏَٿُورن ڏوڙ دوا ڏني.



سَنسا، سُورَ سَوڻ، ڪي ڪي رسمون سِنڌ جون،
ڪِڪَن ڪي جيجيون وجهن، چوڙيون، ڪنٺ، ڪنگڻ،
مچي ڳاڙها مڙس ٿين، مچن ڪوڙ ممڻ،
ڪارا لوهہ - ڪنگڻ، لوڏِن ڪارڻ لوءِ جي.



پائن پهرين سَت، سنسا ماٺهو سنڌ جا،
ڏاڳا، تاڻت ڏوڏجا، ڳانا ڳَنڍيءَ ڳت،
چاپڻ لاڪون ڄَٻ، ڳاتا، ڳَٽن هيروان.



باروتڻ بنڌڻ، بَڌن سنڌي مائرون،
لوڏن لِلهنگ هٿڪڙيون، ٻاگهيون لوهہ - ڪنگڻ،
سورهيہ جي سَنڌڻ، ساماڻي، سنگهرون ڏنيون.



## ڪلفٽن هاڪس بي

ڪلفٽن ڪنڌار، هِيرون، وِيرون، روشنيون،
ٻُجي ڪِڪي بانس ۾، هيڏي هي هبڪار،
مچراڻِج ماٿار، ڇولين جان ڇيڇڪي مِٺا!

•

چوڏهين – چانڊاڻ، سنڌو ساگر، هاڪس بي،
سُگهن منهنجا ساهه تا، صدين جي سرهاڻ،
سُٽي چنڊ او سمنڊ جي ڇاتيءَ جي ڇڪتاڻ،
ڇا ڪا توکي ڄاڻ، منهنجي مَن – مانڌاڻ جي!

•

سانجهه، هوا – هاسو، ههڙو ٻهٽو هاڪس بي،
پرين، منهنجي پيار جو، پل نہ چنڊ پاسو،
سپنو وارياسو، اوتر تي اڏريو وڃي.

•

ساگر تو تڙپي پيو، تارا تا تتبن،
ماٺهو ڪي مونجهار ۾، ماٺهو ڪي مهڪن،
سُڏڪن ۽ ٿهڪن، موسيقي گڏجي ڪئي.

•

ماڇي، زرداري، پائر پُونءِ - جَٽيا ٻٽيا،
نڪا ٻولي اوپري، نڪا ڌَر، ڌاري،
ڪيڏي ذاتي هوڏ آ، آندي آنڌاري!
شيطاني شعلي اها، اولانبي ٻاري،
سيئي ساٿاري، سيئي ماري تي مٺا.

●

ماڇي، زرداري، سيئي پاتي پُونءِ جا،
ٻُک، بيروزگاري، عضوا اٽڪايو وجهي.

●

(1) ماڇي، زرداري، موري ڏي مچري وڙهيا،
کُهني ڪوڙهِي هُوڙهه جي ٻچڙي بيماري،
"مان - مان" جي مارِي، ڪونڌر ڪهرائي وڌا.

●

(2) پومي ڄايا پَنڊ، سنڌوءَ تاتيا سهج سان،
ڪِٿان وير، ڪروڌ جي، وني ڪي ڪي وَنڊ،
ذاتي "پاند - پلاند" جا، جهويو وتن جَنڊ،
مَٿن اهڙا مَنڊ، آپي جي ماندي پڙهيا.

●

---

(1) موري تعلقي ۾ ماڇين ۽ زردارين جي رتوڇاڻ (آخر خير ڪرايو ويو).
(2) پنڊ ذاتِ، تعلقي/ ضلعي دادو ۾ ڪن پنڊن جا هڪ ٻئي کان انتقامي بدلا
وٺندي وٺندي ڪيئي قتل ٿيا.

چِڙِهي ڪڏي چَنڊ، ڏرتي ماءُ، ”گهُمنڊ“ ڪِي،
موڳي مَڳيءَ جا پريا، اتئي ڪيڏا ڏنڊ!
عقل ڏار آهنڊَ، مار نہ ياءُ، مرون نہ تي!



سوچو سما، ساند، مِڙي سڀي سنڌ سان!
ايڏا آنڌ، انڌير ٿيا، جن جا آنڌ نہ پاند،
ڏوڙي ٿيا ڏانڌ، ڏاڍن پاڇاريون وڌيون.



## * لاکو تو لوڙيون ڪري

اوري چانڊيا آءُ! ڳرهيان توسان ڳالهڙي،
پانيان تو ويڏن وٽان، گهرو ڪاڏءِ گهاءُ،
ٻُڌان تو توکي تِکو، آهي تَتو - تاءُ،
ٻگهڙ، ٻَبرشير پر، رهزن راتين - راءُ،
آنجهي مانجهي ڏاڙ جو ديهن منجهه ڏڪاءُ،
تاتيو توکي تجّ ڏئي، مِني ڏرتي ماءُ،
سيّد، پهنور، سولنگي، سيئي سنڌي ياءُ،
وڙهڻ، وڙهڻ سان هجي، پرچڻ سان پرچاءُ،
ٿهي، ڪر ٺهراءُ، ويري، وِير اچا ٻيا.



پرماريءَ جا پير، تر جي پيٽ، پريت تي،
توڙي ڪوٽ قهر جا، اڪيلو تو ڪير!
قومون، وٺن وير، قومون، خير ڪري سگهن.



* ڏاڙيل پرو چانڊيي جو تر جي سولنگين ۽ سيدن سان جهيڙو.

سچيتو تي سَچ، ياتي سچي پونءِ جا!
پاپي هاتي تي اچي، پيپ انهيءَ جو پيچ!
ماڻهپي کي مَچ، مچري، مار نہ ماڻهپو!



ڪاهِل قوم فقيرڙي، ڪانئر قوم غلام،
ڏين عيش انعام، طعنا، طوق، هلاڪتون.



ڪيئن تي ڪوئين قوم؟ بس ڪي ڪُڙم ڪنا ڪري،
سما، ميمڻ، سومرا، ڏِسج ڏيان ڏري!
پورا، ڏول پيري، سمجهين سنڌو ساڻ مون!



قبيلو يا ذات، چو تو سمجهين قوم تي؟
جمالي، جتوئي چڏج، پيلي اهڙي بات!
بونڊ ڪٽي برسات، پيندب ڪٽي چئين پونءِ تو!



شيخ، سيّد، سهتا، سوچج قوم سڀيءَ جو!
گڏي گلدستا، پُل نہ، باغ بڻي ويو!



## لاڙ

[ٺٽو، گهارو، ڪيٽي بندر، جهرڪ، ساڪرو، ٻهارا، ٻاڙهو، ٻگهاڻ،
جوهو، ڪارو ڇاڻ]

ڪيلا ۽ ٻيلا، ڪيٽي، تنهنجي ڪڇ ۾،
گهرين رستا، روشنيون، انگل اربيلا،
ٻَلا ماڻهو ٻاوَ جا، ٻينگيا مُنهن ٻيلا،
جي تو وٺ ويلا، گهاريم ٻانيم نعمتون.



(1) اچي اوچتو، ڦرندو سير ڪندو سوين،
(2) جوهو شاخ ڪريو هلي، ٻوٽان ٻوٽ ٻٽو،
(3) ڪوگهر ڦٽو ڦوهه تي، ڪنهنڪي ڦيهِ، ڦِٽو،
چوڻ ناهه چٽو، ٺٽو ٺهيو ٻيا ڊَٽو.



(4) ٻاڙهو آ ٻاڙهو، ساگرُ، سنڌو، سيم سين،
(5) نہ ڪو ٻَلُ ٻگڳانجي نہ ڪو زَلُ ڪاڙهو،
موسم مِهر وڏي مگر ڏاڍو سو ڏاڙهو،
(6) هاٺوُ ۽ هاڙهو، هيٺو هيسيو ٿو وجهي.



---

(1) اوچتو: ڦٽل درياهہ جو نالو.
(2) جوهو شاخ: ڪوٽيل سرڪاري شاخ.
(3) ڦيهہ: وڏي مار.
(4) ٻاڙهو: ٻاڙهو شهر.
(5) زل ڪاڙهو، سخت گهٽ.
(6) هاڙهو: ڏِنگو، وڏو ڏِنگو.

پيلا، ٻٻر، اُٺَ، رڍون، ڍنڍون، پَنِ،
مارُو، چرچا، مارڪا، ٻينون، چنگ چُرن،
وَسنئن، وِيءَ چپي چپي چپر، جھوپا، چِن،
ھي جُوءِ پيلي جَن، پالا تِن جي پيٽ ۾!

•

(1) پَٽُ نہ ڪو پالھو، جنھن ۾ ٿوڙَ ٿلا نہ ھا،
واندن، ماندن، ڏوڏ سان ھن پَٽ جو پالو،
گھٽي پاڳي گھرج جو، گھر گھر گھوٽالو،
ٻُڻ ٿي ٻيتالو، ٻٽيل سامَ سماج جو.

•

ڪُنگو ٿارا ڦرمچي، سَرَ، ڪبڙ ساوا،
(2) چِمر: چڊڙا ڪارڙا، ميرانجھا، ماوا،
اڄِا ٻگھہ اڏامَ چڻ، ڪڪر ۾ ڪاوا،
ماٺھو اڏ –. ڍاوا، ھيٺا، ننگا ھينئن ڇو؟

•

ڪامٽيءَ ڪپڙا، طرحين طرحين تن تي؛
سَٽي سوٽين سان لٽا، چوريندي انگڙا،
ننگا نينگرڙا، تڙگن سندن سامھون.

•

(1) ٿوڙ: ٿوٽي، ڪمر چور.
(2) ماوا: ماٺو رنگ: ھلڪو وانگٺائي.

درياھن جو ديس آ، ڪاري لاڳو لاڙ،
نہ ڪو ٽال ٽِنيي ھِتي، نہ ڪو ھائِي ھاڙ،
سُڪڻ توڙي ساڙ، گھٽو گھٽيل آ ھِتي.



(1) سوا لھجي جي، سنڌ سڄي ساڳي،
ڪڙمي پيو تو جت ڪٽ، ريجي ۽ ٻيجي،
ٻير، ٻيريون، ڪبڙيون، ھر پاسي ھي جي،
(2) وار وِتي ويجھي، ڪيٽي، ڏِجي، ٻيرڙي.



دِلا، پارا، ٽالِھڙا، چڳا متن چِٽ،
چُنيون، چولا چٺورنگا، سيئي سھٽي سِٽ،
مون وارا ھي مِٽ، ڪيڏا جُت جمال سين!



ٻَبُرَ قِڪيون، ڦُلڙيون، وَڻَ ويڙھيءَ اچڙيون،
ڳاڙھيون ڳايون، پورڙيون، مينھون ۽ وڇڙيون،
ھي ٻچڙا، ٻچڙيون، چارن ڏڻ، پڙھڻ چڏيو.



---

(1) ٻوليءَ جو مڪاني لاڙيچو لھجو.
(2) ٻيڙي: اتر سنڌ ۾ ميرپور ماٿيلي (ضلع گھوٽڪي) لڳ ڳوٺ.
ڪيٽي: ڪيٽي بندر (ٺٽو).
ڏجي: ڪوٽ ڏجي (خيرپور ميرس).

اڄڪلھ تا ايرا، سانگيئڙا سادا لڳن،
سياڻي سيرا، هوندا جي حيلا ڪندا!



ڏهين لڳين ڏينهن جو، ڪُڏن تاسَ پتا،
نہ ڪنهن ٻنيءَ ٻار تي، ڌرتيءَ ڌوڙ وتا،
نہ ڪنهن فڪر، فنّ جي، گهري رنگ – رتا،
(1) مست و مست مَتا، مڙئي ساڳيا سنڌ ۾.



(2) پونگائي پونگا، چپّر ڪان تا چاڻ،
جنهن تي پيل نہ پئو سو، پئن تي ڪهڙو پاڻ؟
واهڙ، وَڻ وٽاڻ، ڏڪن بيٺا ڏاڍ ڪان.



اچين ويسين عينڪين، گلگون گلابي،
سَواريءَ ڪان ساڪرو، ٻولي پنجابي،
اندر عذابي، ٻاهر موسم مهڪٽي.



(1) متا: اصول.
(2) جبل ڪان ڪارو پاڻ تائين.

## ڪيٽي طرف

(1) لهرن وچ لِيو، هينئر هو تہ وجن پيا،
ناڪا نال نيو، ڪُوڪان، روڪيو ٻيڙيون.



ڪيٽي بندر طرف ڏي، هڪڙو ڪاٽ ئي ڪاٽ،
۽ ٻيو،پاڻي، گهم – هوا، تہ ـ طرفو تڪساٽ.



جُوهہ هٽي جادو، قابو قيد ڪري ڇڏيو،
نسنگ ننگي تيو نچي، صفا دل ساڏو،
دل منهنجي دادو، مَنڊِي ڪيٽيءَ موهہ ۾،



جهاڙي تي جهارا، جاني، تنهنجي جوهہ جا،
ترڇا، گهرا، تانگهڙا، لوڏا لامارا،
اڪين جا آرا، سارا تنهنجي سونهن تي.



دل – دادوءَ تي پيو، دلبر جو دورو،
توبن آءٌ تباهہ جيئن، ڇَرَ ري ٻَرُ ڇورو،
من منهنجو مورو، ڳائي، تنهنجي ڳوٺ جو.



(1) ليو: ٻيڙي پاڻيءَ ۾ هلي تہ ٻوڙيان جو گيهو يا ليڪو ڇڏي.

(1) هيٺو ٽيو هوڙو، مٿي سو مضبوط ڪر،
سوچو نئون ناڪئو، پوءِ پيو پوڙو،
سمنڊ سين سوڙو، ڳوڙهو ناتو ڳنڍجي.



وانگي وِير چڙهي، وانگي وير وري،
ساگر، ساحل سين، اٿين مون سين يار ڪري،
(2) اتي يال يَري، اتيئي الڙي پيو.



گهٽائي گهاتُو، پر ماري واري ڇڏيا،
ڪياٿين "قرضو" ڏئي، ڪاغذين قابو،
جر تر تي جادو، سرمايا تون سامري.



گهٽوئي گهاتو، ماري، مَڏيءَ موتيا،
ڏِيٺن اگهه ڏڏن ڪي، هينيون هٽراڏو،
سينيون: مُنهن ساڏو، دِليون پريون ڏوڏ سان.



(1) هوڙهو، پوڙهو، ڳوڙهو: ڪيٽي بندر ڏي ڪي ماٿهو هوڙو، پوڙو پيا چون.
(2) الڙي: آلڙ ڪرڻ، وير جو وري پوئتي ورڻ.

ھي ھيٺا ھوڙھا، ھو لانچو ساگر، لاڏليون،
ڪارا تنھنجي ڪيٽ ڪي لنگھ نہ ڪي لوڙھا،
(1) پوڪن رڃ چرن ۾، ڳوڏا، اڏ - پوڙھا،
ڳاڙن ٿا ڳوڙھا، سارن سانجھ اجورڙو.



(2) جڏھن ڪڏھن جُوار، اڪيون يار اڪنديون،
(3) پاڱ نہ پڳي پار، اسين سنيرون عشق ۾.



وروھي ٿي وير، آلينديِ آلڙ نہ ٿِي!
ھِتي سڪ سرير ۾، سائر واري سير،
تنھنجي منھنجي وچ ۾، ڪاجا ڪِدر پير،
مان جو ماھيگير، مڇي تنھنجي رڃ ۾.



(1) رڃ پوڪڻ: رڃ پاڻيءَ ۾ وجھڻ.
(2) جوار: وڏي وير (سمونڊ جي).
(3) پاڱ: ننڍي وير (سمونڊ جي).
پڳي: پانگ ڪي ڪاري (ڪيٽيءَ جا ماڻھو پڳي چون).
پار: پائر: لاڙيچو لھجو. پِٽائيءَ بہ پار قافيو ڪم آندو آھي.

## نئون ۾ آس پاس

ساريون سايون، ٻگهه اڇا، رنگارنگ ڪانبا،
مايُنِ، مَينهُن، مال سان اونها اورانيا،
پنهنجا پارانيا، ڪيڙن، پوڪن سي ڪٽن.



سايون، پيليون ساريون، پاڙن ۾ پاٽي،
پوُرا بادل اُڀّ ۾، هيرَ گِهمُنِ هاٽي،
ڪِلندي ٽِلندي ڪيت ۾، ڌرتي ڌڄاٽي،
ٽِرڪِي، گپجي چُور ٿي، تہ بہ اڳتي تاٽِي،
منڊ ملهي ماٽي، محبت ڌرتي، ڪانڊ جي.



ٻارا، اڇا ٻگهه، جُهومن سايون ساريون،
ٻَني نَت نئي جي، سيني سانڊي سگهه،
ڏيک تہ آهن ڏگهه، ڪول تہ اندر ڪوڪلو.



ههِڙي لاڙ – هوا، پيارِي، هانءُ نريو پوي!
ڪاري ڪاڙهي جي اها، هڪ تڪ آهہ دوا،
آجي، سهج سوا، هوا، هانءُ جهڙيو رکي.



## بدين

دبئي ڄڻ تہ بدين، سعودي تي سنڌ پئي،
بيرل بيرل تيل جو، ناٿي جي خرزين،
ڪمزورن لئہ ڪين، دولت، طاقت هٿ ۾.



تو جو ڏِنو تيل، لاڪيٽو تيِ لاڙ وئين،
هميشه پَرُ ڪان سُڪيو، هوندو تنهنجو هيل،
اپالن لئہ ويل، توڙي موجون ملڪ ۾.



جڏهن ڪان پئٽرول، لڏو آهي لاڙ ۾،
راوي ڪان بولان آ، چرپر ۽ چوپول،
مٺايو ماحول، جاڳايو هِن جُوءِ ڪي!



ڪوليا خزانا، سوني ڏرتي سنڌ جي،
ناٿي ڪارڻ تي پيا دانا، ديوانا،
هَر، قلم، پانا، اٿو وٺون هٿ ڪريو!



## ٿَرُ

هُو گهاٽي، هو گهر، هِيءَ ڇانهيُن ڇانئيَ تِلي،
هُو ڇيلا هو ڇيليون، هي مارو مور ولر،
هو ونيون هو ور، هي ٻنيون هي ٻاجهرون!

•

چوڏاري چنئرا، ڪوڪو ڪُڏ ڪتي ڪتي،
ٽاريلا ٽر ۾ ائين، جيئن پاٽيءَ ۾ پنئرا،
ٻِٽن تي ٻنئرا، ڦيرا ڏِين ڦِريو گهريو:

•

وَڪڙ وَڪڙ واٽون، ڇَڪر ڇڪر چارا،
ريتي رتڙي رنگ جي، ٽائر ڪِٽ ڪارا،
لُڏندا لامارا، ڪُڏندا اچن ڪيڪڙا.

•

سُوٽا پوٽا چنئرڙا، سوڙهه - سنگهوڙا در،
نِوڙي مَٿِن مهونگڙا، ناريون توڙي نر،
هيٺ جُهڪي هرهر، نيٺ جُهڪي جهانگي ويا.

•

---

تلي: سڌي سنئين آبادي لائق ٻني، ترِي واري.
ريتي: واري (ڳاڙهسري واري).
ڪيڪڙا: خاص قسم جون لاريون، ٽرڪون (جنهن ۾ ٿر واسي سفر ڪن ٿا).
مهونگڙا: مُنهن ڳڙا: چنئرن جادر
دَرَ مَٿِن: اندر گهڙن.

پٽين چونئين چنئرڙا، ڏورانهون ڏسجن،
چڻ ٽا ڪاري توپ سان، سنتري پسجن،
چوڪس چَوِنڪي ڪن، پهريدار پٽن تي.



ويچارا چارا، وٽيو هر پاسي هلن،
جيڏان ڪيڏان جوءِ تي جيپن جا جهارا،
وي وهٽن وارا، ڦيٽن ڪي ڪاٽي پڇو!



(1) گهر، تڙ تاسارا، ماٺهو، مگر اڄ ۾،
ڍڳا، ڍور، رڍون، پهون هٽن هانبارا،
ٻُوٽا پارڻ ويجهڙا، وڻ – ٽڻ ويچارا،
وسون وسڪارا، چڙهون چوماسا ڪري!



(2) وَر ري وانڍي وانڍ، سَر ري سيم سُڃي، اڃي،
ڪانڌ، اندر جي ڪانڍ، تاٽي، هاڻ سِگهو رسو!



---

(1) مگر: رستا. چارا ۽ تر مگر معنيٰ باهه ۽.
(2) وانڍ: ۽ ٽي گهرڙا: ننڍڙي وسنهن.
سيم: تر، وانڍجي پسگردائي.

## ٽر (مٺي ۽ آس پاس)

(1) اجا هَر ٻِٽ ٻـونءِ جي، ٻاسي ٻُوتـاڙيـو،
(2) مڙهو، منـدر، ٽر، تلي آفاتن تاڙيـو،
سوپارا ساڙيـو، اتـو، سنـسا سَنـڌ جا!



ٻوٽن سان ڀرپور ٿي، سڌيئون ٻوتاڙيو،
بدروحن جي ٻئو ٻئي، روحن کي راڙيو،
(3) تپاسي تاڙيو، ”چُٽي“، ڪوڙي چرڪ کي.



(4) ميلو نانگن جو مَتو، ماڳين ”مالٺهور“،
ٻِٽن تي ٻَتو ٻتين، نانگ، بلائون نور،
ڪاريهر ڪارا سُرن، ڪارونجهر جي ڪور،
ٻيئڻ کان ٻيتا وجن، مارو ماڻهو مور،
جهونا جوڳي جوءِ جا، لايو زبرا زور،
ڏوليا، ڏَنگر ڏور، وِهه ورتـا آجا ڪجن!



---

(1) ٻوتاڙيو: ٻوٽن وارو (2) مڙهو: ٻن ٽن جي وچوارو حصو.
(3) مندر: وڏي ٻٽ سان ٻي ننڍي ٻٽ ملي جو ٻيڪڙ ٺاهجي.
تلي: سڌي ٻني.
(3) چٽو: درويش جو نالو (چٽي فقير جي قبر مٺي شعر ٻرسان آهي).
(4) مالٺهور: ماڳ مڪان جتي ميلو لڳي ٿو.

ميلو نانگن جو مچي، پٽين بَدي ماهہ،
(1) ڦُوڪڻ ڦوهہ ڪري ڦنڊي، سانگين پئي ساهہ،
هوشياري هِمراهہ، ويري، وهہ ڪنيو وتي!



(2) ڏِڪيو ڏڻ ڏنار، اڇن اڇي قبر ڏي،
اٺيون، اٺئون، گهيٽيون، بڳيون ڳئون بيمار،
ڇُٽي ڏي ايندي ڇٽن، وهمايل ويچار،
اٽڃاٽائيءَ اوڳا ڪيا، انهن جا آچار،
دوائون درڪار، ميان، هرڪنهن مرض لئي!



سهٽا لڳن سِيمہ ۾، ڍيلون، مور، ٻچا،
سادا، صاف، سچا، مارو ملڪ ملير جا.



ڪانهي ڪئميرا، ڪِڍي جا فوٽا،
پريل سُونهَنِ پرت جا ڳچيءَ وٽ ڳوٽا،
(3) ٽيٽَ، ٽُڪر ٽوٽا، ڳهُورون موٽيون گهائجي.



---

(1) ڦوڪڻ: پيشڻ نانگ، بلا.
(2) اڇي قبر: مٺي شهر پرسان مقام ۾ آهي.
(3) ٽيٽ: اک ٽيٽ، نظرداري، چڪاس.

ٻئي ٻَر ٻُوهَہ، ڪبڙ، چيلا، چارڙا ريت جا،
وچ ۾ وِيل، رَبڙ، زُون زُون، جيپ اچي وچي.

●

ٻهڪي پيو ٿو ٻوهہ، ساجهر سورج سوجهري،
رنيي ٿر جو روحَ، پياسو پاڻي واسطي.

●

چِلڪي چمڪي ٻُوهہ، سانجهي ويندي سجَ تي،
روئي منهنجو روح، ساري توکي سپرين.

●

جيئن ٿو چمڪي ٻوهہ، تيئن ٿو تڙپي روح،
ڦرڪيو ڇڄين ڦوهہ، توڏي تاڻي ڏولڻا.

●

## خيرپور ميرس

سگھہ بنا سِيتل، سولو جھلجي ڪين ڪي،
پيرين پختائي ڪپي، بانھين بيٺو بل،
ماٺي مِٺو ڦل، جيڪو ھي جوکم ڪٽي.

●

(1) سنياري سِيتل، چڙھيو ”چاڙھو“ چوٽ تي،
ٻاري ڪان ٻاري گھٽا، ٻانڪا ٻيلو ٻيل،
ماٺي مٺو ڦل، جندڙيءَ جو جوکم ڪٽي.

●

(2) چڙھيو چاڙھو ڇوٽ، ٻڌي چيلھہ چمنڊ،
مِٺي مقصد واسطي، اوراھٽيو اٺموٽ،
ٺُٽي، تڪرا ٿوٽ، ڇُھٽيو ماٺي چاشنيون.

●

جندڙيءَ جو جوکم ڪٽي، چوٽ چڙھيو چاڙھو،
جلائي جولاءِ جو، ڦھر پيريو ڪاڙھو،
سونَ – وَنو، ڳاڙھو، ميوو، مَٺ سڌيس پيو.

●

---

(1) چاڙھو: ڪجيءَ تي چڙھندڙ.
(2) چمنڊ: چمڙ جو پٽو جو چيلھہ کي ٻڌي چاڙھو مٿي چڙھي.

چڙهيو چاڙهو چوٽ، ٻڌي چيلھ چمند،
جاني، جرئت مند، ماني؛ لئہ محنت ڪري.

●

(3) ڏيدي يا ڏوڏر، پچي تان پياري لڳي،
(4) بهتر ڪان بهتر، ڏوڏا، ڏئونڪا، ڏنگ تيا.

●

ڪتل ناھ ڪمند، اوڪو عشق امير جو،
جوڪم جرئت مند، ڪٽي خاص ڪجي چڙهي.

●

ٻڌي چيلھ چمند، چڙهئين چاڙها جوان،
ايڏو متي أيّ ڏي، ڪُبي چيلھ ڪمان،
ماني، لِير، مڪان، ڪارڻ حيلا ڪيترا.

●

(5) ڪجِي؛ وڻجن ڪارڪون، تاڙن ڪي تاڙي،
جا جند چيچاڙي، ساچا سڦرو ڦل ڏئي.

●

---

(3) ڏيدي – ڏوڏر: ڪجي؛ جا قسم، ڦل.
(4) ڏوڏا، ڏئونڪا، ڏنگ: سڀ ڪجي؛ جي ڦل جا نالا.
(5) تاڙي: شراب لاءِ ڪجي؛ جو رَسُ.

چڙيون چوھارو، ڪيڪارين تان ڪارڪون،
سڏڪين سونھارو، مُرڪين تان موھي وجھين.



تنھنجي مُنھن ۾ جِيءَ، چڻ ڪارڪ ۾ بادام،
ڏِني بيٺا نام، چکئي چئوٽيون چاشنيون.



ڪيڪاريوم ڪجور، مُرڪي ماڪيءَ ميٺ سين،
"ڏيرو ڏِجي ڪوٺ جو، سمجھيم ھوت حضور"،
ساري سنڌ سُرور، ھي پڻ سينو سنڌ جو.



ڪچيءَ ڪئي ڪيڪارَ، ڪولي پانھون خير جون:
"ڪاچيلا، ڪھي پلي، آئين لال ليارَ"،
رَسُون، رنگ، ڪتوريون، ورسايون وِيچار،
استاد اڪيچار، سوچو سھٽي سنڌ لئي.



ڪيڪاريو ڪارڪ، سگ سجاڻي سنڌ جو،
تون تان پار پھاڙ جو، پيرون آھين پڪ،
چني، ڳاڙھي، چاچڙو، چوليءَ تائين چڪ،
اُتي تنھنجي تَڪَ، جِتي جرڪ جھان ۾.



ڏات ڀريا ڏوڏا، خاصا تنهنجا خيرپور،
سَهڻ تڙڪيءَ تاءُ ٿيءَ، لُڪَن جا لوڏا،
پچن پياز پچاءَ ۾، چلجن ته به چوڏا،
دوڏارا ڏوڏا، ڳيڏا منهنجيءَ ماڳ تي!



## ڪوٽ - ڏِجي

(1) ٻُڌج، "ڏجي - ڪوٽ"، نوتو، رني ڪوٽ جو،
جهُڪر، موهين، آمري سيئي آهيون سوٽ،
چَڪِي اهو چوٽ، رکي، ڪوٽ - نظر جو.



ٻڌج، ڏِجي - ڪوٽ، نعرو رني ڪوٽ جو،
اولهہ اسين واهرو، اوپر تنهنجي اوٽ،
اُهو ٽُڪر - ٽوٽَ، جيڪو ڏاري ڏيهہ کي.



(2) ڏاتر، ڪوٽ - ڏجي، آهين، ناهين، ڏيجگر،
سپيتا جا سجّ، تو سَهائي سرجي،
ونڊائي، وِرچِي، راويءَ تائين روشني.



رني ڪوٽَ سلامَ، ڏِجي توڏي موڪليا،
قلعا، ماضي، حال جا چوڪيدار مدامُ،
هوشياري! هِيءَ قوم آ، هٽي بيٺي هام،
آجا شهر، عوام، ڪرٽا پوندا ڦهر مان.



---

(1) نوتو: پيغام، نياپو.
(2) ڏاتر: ڏيندڙ.

سنڌو ۽ سنتري، (1) ڪوٽيان تو کي ڪوٽ تو،
"سِرائي" (2) تنهنجا سڄڻ، تنهنجا مِيت ٽري،
ڪاچيلا پائر پلا، جوڌا جوان جَري،
لاڙيچا ارڏا وڏا، بانڪا مڙس بَري،
منهنجا يارَ، مري، ڏبو پهرو ڏيهه تي.

●

ٻُڌو، ڳاڙها گهوٽ، دودا جوڌا ديس جا،
اسين اڇا اوٺ ۽ اسين قلعا ڪوٽ،
اٿو او اٿموٽ! آٿيون هاٿي، آجپو!

●

(1) سنتري: سپاهي.
(2) سرائي: سري وارا، سرائڪي صوبي وارا.

## سڙ گهاٽو

ڪَلاچي – ڪُن وُيڪرو، ڪُنن ۾ ڪئي ڪُنَ،
هُوئڻ تہ بلائوُن بحر ۾، پر ذَئَن جا هِٿ ڏُن،
اُگڙي ۾ اوڳن، اڳئين ڪان اڳرا گهٽا.



ڪَلاچيءَ جي ڪيچ، پاليا پاپ وڏا وڏا،
مُندن تي مستي ڪري، مچين مان تيا مچ،
مٿان اُجري آڇ، اندر ڪارا ازدها.



هوڙهيا تيا هُڙپ، ڳوڏا، مچ ڳهي ويو،
تڪڙ، تيز تڙپ، ڪوڙين ڪوند وڃائيا.



مَچ وڏيون واچون، ماڙا مڙس ڳهيو وچي،
اچوڙي، آڃيون، بڙيچون سندس پيٽ ڪي!



توچو سمجهيو مچ آ، هوندين هميشه،
ڏونگر، تنهنجي ڏيل ۾، تيز تکا تيشا،
نيٺ تہ نوَ – نيشا، مرندين زيشو ريش ٿي.



ماٺھو – ڳِھٽا مچ، ڪُنبن ۾ ڪوچا ڪرين!
ڳهاٽو، ڳُھيرا، ھوڪرا، تِيز، رڪاوان – رچ،
ڪِلا تنهنجي ڪچ، نوٽو، مچ مري وُئين!



ڪلاچيءَ جي ڪنڌ تي؛ بن قاسم بندر،
بار، لڱڙ انـدر، پـاھر پوليَ ھنج جي.



ڪلاچيءَ جي ڪپ تي، ماٺهو، محل، ملون،
جاڳن حملا پاھريان، ڀاڳيا، گھر، گھلون،
(1) ڪامون يا ڪِ ڪِلون، ڏاڙي ڏاڪ ڏِڪي متي.



جِتي وڏا جر، اُتي اڏا انـڌ جا،
ڳِھيو، ڳِرڪايو وجن؛ جبرا جڦاور،
سچ سٽاءِ ساگر، ڪھڙو تنهنجو قاعدو!



مچُ ڪتي مضبوط، ڳهاٽن رچ منجهي وڏا،
ھنڪڙي ڏک جو قوت، پڄاڙي پڌرو ڪجي.



---

(1) دِڪر: جهازن جي گودي.

مڇَّ ڪتي مضبوطَ، ڪارِي آڇَّ ڏڪي ڇڏيا،
ڪُنبَ - ڪُن ۾ رنپ جيئن، ڍِنپ - برن ۾ ٻُوتَ،
ڏاھپَ ڪئي ڏوت، ڪنبائي ڳترا ڪيا.



اوتن، اُتي آڇَّ، مَتيون، ڇِتيون ڇوليون،
واجھون ڦاٿئي وات ۾، ڪندريون ۾ ڪڇَّ،
مري وئين مڇَّ، ڦٿڪيو ٿو ڦوندا ٿئين.



ڇوليون ڇيٿون رت جون، مٿو ھوندين مڇَّ،
ايريا مٿان آڇَّ، ھي ڇو ڳاڙھا ٻلبلا!



ٻچڙي مٿان ٻچَّ، مڇرجي ماٿھن ڪئي،
گھاتن، ڪاتن ڪرمچي، اڄ ٻنائي اڄَّ،
مَنھايُن ۾ مڇَّ، ڪاسايُن ۾ ڇيلڙا.



ڪاڄ ڪيائون ڪاھ جو، راڄ مڙيئي رَڄَّ،
ڇِرڪايائون ڇَڄَّ، ڇيڙي ڀالا ٻڙڇيون.



ڏنم نئين سنڌ کي، حال تہ تنهن حيرت،
ساڳي صورت مان ٻٽي نئين هڪ صورت،
نازڪ کان نڏڪ گهٽي، نرميءَ کان شدّت،
ڇُون ڇون جي مربي ۾ هئي، ڦل ڦل جي لذّت،
محبت ۽ محنت، اڳي کان اڳري لڳي.



ڏنم نئين سنڌ کي، فق ٿي ويس في الحال،
ڇڙيو ڪالهہ - زوال جي، ڪلهي، حال - ڪمال،
غالب ۽ خوشحال سان، اوريو پئي اقبال،
پيتائيءَ جا پيال، اردوءَ پئي آلاپيا.



ڏنم نئين سنڌ هئي، قومي چوراهو،
رُتبو، سنڌي قوم جو: سورهيہ بي واهو،
جذبو، وڏيل ٻڙجيان، سائو، بي ساهو،
جيئي بگهڙ، شير سان، سيڙهہ، گدڙ، چاهو،
ڏاڍو ۽ ڏاهو، الائي، ڇاڇا ڪري!



## اُچو ٿيون انسان

وَڏهي وُڙهي آخر، ڦُٽجون، ڦُٽڪون ڪيترو،
سنڌي، مهاجر، پائر، پائر تي رهون!



وَڙهي وُڙهي ڊانگا، ڪُڪڙن، ڪتن جان ٿيون،
لاشن تي لاڏا ڇون، ڳجهون ۽ ڪانگا،
انسانيءَ سانگا، سنياري سنگتي ٿيون.



ڦٽڻ، ڪَٽڻ سنڌ کي، اهُو ناهه علاج،
سچو قومي ڪاڄ، محبت موکي تي سگهي.



ميزبان ۽ مهمان، پٺڪو باسِي تي چڪو،
ڏنوسون ڏهڪار ڇڻ، مذهب تنهنجو مان،
اچو ٿيون انسان، بنا آمن بچون نه تا.



کهڙو ڪتان جو، چوريو چاڪ نه ڪالهه جا،
هاٿي، هِتان جو، سوچو پاڳ سنڌوءَ جو.



## ڏئم اڳتي سنڌ ڏي

پَل پَل وِھَہ جا ڏُڪَ، پيئندي لکيم لفظ ھي،
تيغون تاريخي جبر جون، رڳ رڳ ڪيم رُڪ،
اکين متا ٻُڪَ، رڪي، جُڳ ڏِسي ويس.



ڏئم اڳتي سنڌ ڏي، ديد ٻيري ڏُرڙي،
لڳم ڏيندي ڪِراڙ ۾ رسالو ڪُرڙي،
ٻِيتَ ٻئي ٻُرڙي، آئيندي آڙاھہ ۾.



ڏئم اڳتي سنڌ ڏي، ڦاٽي ويم دوڏا،
ٻيٽن ۾ ٻونچال ھو، لڪن ۾ لوڏا،
ٽئنکن جي ٽڙڪات ڪان، رڙيا پئي توڏا،
گھيري ويا گوڏا، مھا ڪوي ڪنڌ ڪي.



ڏئم نئين سنڌ ڪي، ھوش ويو چرڪي،
ھيڏو سارو ڇھچٽو، ھانءُ ٻيم ھرڪي،
ساٿين ڏي سِرڪي، مان بہ ملي ويس ميڙ سان.



سُورَ تيندا ناسُورَ سياٽي،
سوچو،
لوچو،
هاٽي جو هاٽي!

ويڙهه وڏي کا ڪرٽي پوندي،
پيڙ چڏي چو پاٿهي، پاٿهي،
سوچو،
لوچو.

ڏينهن ڏني جو ڪيڏي گندي،
اوندهه ڪئي آ ڪاري ناٽي.
سوچو،
لوچو.

پاناما کان پِپري ٽائين،
دوکو، ڏُنڌ ٻتو ويري واٽي.
سوچو،
لوچو.

ڌرتي توتي دوزخ دونهون،
آدمَ زادو خود تو آٿي.
سوچو،
لوچو.

بڪسي ۾ بارود پرينڊو،
چورو وينو گنڊِرف چاٽي.
سوچو،
لوچو.

ڪِڪِ ڪٽي تي هِير ورهائي،
خوشبو ڪي تو جهولو ڪاٽي.
سوچو،
لوچو.

توکي پيڙيو پاپ بلاول،
مونکي گهوٽيو گهنگهر - گهاٽي.
سوچو،
لوچو.

ماٺهو، ٻاهه جون فوجون ناهيون،
ماٺهو، موجون ڪِهڙيون ماٺي؟
سوچو،
لوچو.

اُڪرِيو، اُڪرِيو، اُپڙيو، اُپڙيو،
تيڪ ڏني آ ڪنهنڪي ناٺي.
سوچو،
لوچو.

عالم جو رکوال ٻخاري،
عالم ڏي انصاف اماٺي.
سوچو،
لوچو،
هاٺي جو هاٺي!



جَر، تر بنجي ويا جنگاهه،
جو بہ جئي پيو - جنگ لڙي پيو...

واڳون، چيتا، شڪرا، شمرا،
ساهن سامهون، سهڪن ساهه.
جو بہ جئي پيو - جنگ لڙي پيو...

جِيئندو جندڙو، جهد پٽي پيو،
ڪورڙ، ڪِرڙي، ڪِيلي ڪاهَہ. (1)
جو بہ جئي پيو - جنگ لڙي پيو...

چِپَّ، چَپر ڪان مُور نہ چِرڪي، (2)
ٿُهر، ڪمون ۽ ڪان ڪائن ٿاهه. (3)
جو بہ جئي پيو - جنگ لڙي پيو...

سردي، گرمي ناهي نرمي،
برف بہ ساڙي، باهہ تہ باهه.
جو بہ جئي پيو - جنگ لڙي پيو...

---

(1) ڪورڙ: ڪوراڙ، بلا.
(1) پٿر جي چپ: چپر، جبل.
(1) ٿوهر: پکي.

ڏنڊون ڏورا، هرهنڌ هوندا،
سنڌ ۾ دهشت جا درياهه.
جو بہ جئي پيو – جنگ لڙي پيو...

ڪُھنبي خوشبو، ڇو ٿي ڪٿجي؟
گندي بدبُو، ڇو گجگاهه؟
جو بہ جئي پيو – جنگ لڙي پيو...

هاڻُو، هاٿيءَ جي پيرن ۾،
ڳاڙها گھوٽ نہ ٿيندا ڳاهه.
جو بہ جئي پيو – جنگ لڙي پيو...

ڪمزوري آ ڏوهہ ڪبيرو،
گيسر، ويسر، سني بہ گناهه.
جو بہ جئي پيو – جنگ لڙي پيو...

ٻانھُون، ٻاڻ بہ ساڻ ٻخاري،
هاڻ اڪيلي ناهي "آهه".
جو بہ جئي پيو – جنگ لڙي پيو...



آزادي آواز، سيني سانڍيو ٿو وتين،
سجاڳيءَ جو ساز، سيني سانڍيو ٿو وتين.

پاڻي پاڻي هنجڙا، پاهڻ پاهڻ باز،
آزادي آواز...

بوقلمون بازيون ڪري، دَور نئون دمساز.
آزادي آواز...

ٽي وي، ريڊيو معجزو، انساني اعجاز.
آزادي آواز...

اکين ۾ آکيرڙو، پڃري ۾ پرواز.
آزادي آواز...

دفع دوکيباز ڪر، اڄ ئي ڪر آغاز.
آزادي آواز...

ماٽي ڪو انسان ٿي، عاليشان اعزاز.
آزادي آواز...

عوامي استاد جو، الهامي انداز.
آزادي آواز...



چانءَ ڏيون تہ بہ چِلجن چوڏا،
ايڏا سُورَ سَهون چو جيڏا!

جن کي جوڙيون تن جي آڏو،
ٻَڌجن ٻانهون، گهِجن گوڏا.
ايڏا سُورَ سَهون چو جيڏا!

لُٽجن لويون، ڪِندڙن پٽڪا،
نيٺ پِتو تا ڏارن ڏوڏا.
ايڏا سُورَ سَهون چو جيڏا!

ڪَندا ڪِيرَ، کُپن پيرن ۾،
ڪوٽن وينا ويري گوڏا.
ايڏا سُورَ سَهون چو جيڏا!

کهڙي ڏوهہ ڏهاڙي ڪائي،
پنهنجي ڌرتي ايڏا ڏوڏا!
ايڏا سُورَ سَهون چو جيڏا!

هڪڙو ٻارو، هڪ اڌ ڏارو،
دوڏارن جا تن ۾ دوڏا.
ايڏا سُورَ سَهون چو جيڏا!

ڪاري ناٽي ڪارون ڏاريون،
تون مان ڪيسين تاتيون توڏا؟
ايڏا سُورَ سَهون ڇو جيڏا!

سچ جي پيڙي لڏندي لمندي،
ڪنڌي لڳندي ڪائي لوڏا.
ايڏا سُورَ سَهون ڇو جيڏا!

آزادي جا ڏوَر بخاري،
ڏور نہ سمجھو آهن اوڏا.
ايڏا سُورَ سَهون ڇو جيڏا!



گهاٽو نڪرن گُهٽِ مان،
ڏاٽون نڪرن ڪُڪِ مان،
تون، مان مِلنداسين!

سورج جهُڙ مان نڪري ٿو پيو،
خوشبو، نڪري ڪِڪ ڪان،
تون، مان مِلنداسين!

جڏهين ساڄو، ڪاپو جاڳي،
تڏهين مونکي تَڪجان،
تون، مان مِلنداسين!

آدم جو پُٽ، آدم جي ڌي،
ساڳي رَت سان ست سان،
تون، مان مِلنداسين!

مظلومن جو مچريو لشڪر،
بلڪل باغيءَ پرسان،
تون، مان مِلنداسين!

هرهڪ دؤر جي اڳتان بيهي،
آءٌ سڏيندس دڳ تان،
تون، مان مِلنداسين!

اڄ اڳتي اُستاد جُڳن جا،
سپنا پيو تو سوچان،
تون، مان مِلنداسين!



پاڃهون، سانجهه پَريون،
ڏاتُــون، رات ڏريـون،
ڪارُون چو نه ڪريون ڙي، ڪارون چو نه ڪريون!

سُهٽيون، سَسيون، سورميون، وَيون ڪين وَريون،
ڪارُون چو نه ڪريون ڙي...

ٻُڪيا بگهڙ تاڙَ ۾، لوڙهي بَندِ بَريون،
ڪارُون چو نه ڪريون ڙي...

دولت – ديو ڪسيو وڃي، سُهٽيون پيارَ پريون،
ڪارُون چو نه ڪريون ڙي...

توتان، مون تان، سنڌ تان، ٿوڪون ڪين ٿَريون،
ڪارُون چو نه ڪريون ڙي...

ڪهڙا ڪنڌَ ڪوي ڪٽون، ڪوڙيون قوم تريون،
ڪارُون چو نه ڪريون ڙي...

مِلون، پيلا مشعلون، ٻنيون هاڻ ٻريون،
ڪارُون چو نه ڪريون ڙي...

ڦِرندا دؤر اسان هٿان، تيندا ظلم ذريون،
ڪاروُن چو نہ ڪريون ڙي...

اُستاد اُت علاج ڪر، ڳٽيون چاڻ ڳريون،
ڪاروُن چو نہ ڪريون ڙي.
ڪاروُن چو نَہ ڪريون!



اوندهه ڪوٽ هٽائي،
روشن ڳوٺ وسائي، ڪي جي ڪاڄ ڪنداسين.
ريجهي راڄ ڪنداسين.

جيئڻ ۽ جيئڻ ڏيو،
ماڻهوءَ مان مٽائي، ڪي جي ڪاڄ ڪنداسين...

محبت رنگ مچائجي،
دهشتگرد دٻائي، ڪي جي ڪاڄ ڪنداسين...

در در هوڪو دوستي،
گهر گهر وير گهٽائي، ڪي جي ڪاڄ ڪنداسين...

دلبر پنهنجي ديس جا،
برپٽ باغ بنائي، ڪي جي ڪاڄ ڪنداسين...

آجو اوچڻ، آجڪو،
ويڙهي منجهه ونڊائي، ڪي جي ڪاڄ ڪنداسين...

وک وک واس اميد جا،
جِيوَن جوت جڳائي، ڪي جي ڪاڄ ڪنداسين...

خوشيون، ڇيڄ، هنيوڇيون،
نينهن ۽ سونهن نچائي، ڪي جي ڪاڄ ڪنداسين...

اسٻاد عزم اٿئون اهو،
يومِي بِشت بٿائي، ڪي جي ڪاڄ ڪنداسين...
رڄهي راڄ ڪنداسين.



ڏولاوا ڏوڙا،
قلعا ۽ لوڙها، جهونجهارن جهوري وِڌا.

ڏاهپ تاتيءَ ڏيهہ ۾، اوڙا ۽ ڏوڙا.
جهونجهارن جهوري وڌا.

سويارا يالا هٽي، گهاتڪ ۽ گهوڙا.
جهونجهارن جهوري وڌا.

پوندا ها جي جهوڪ ۾، هرهر تاڪوڙا.
جهونجهارن جهوري وڌا.

ڏاڍن جا هِن ڏيهہ ۾، تڪّر ها توڙا.
جهونجهارن جهوري وڌا.

مترڪا، چيٽيون ڪٽي، اتيا آهوڙا.
جهونجهارن جهوري وڌا.

(1) دهشتگرد ۽ مافيا، جوڪا نوان جوڙا.
جهونجهارن جهوري وڌا.

اندا ڪنگرا ڪوٽ جا، ڪلف، ڪڙا پوڙا.
جهونجهارن جهوري وڌا.

ساتي چاچي سام جا، پرماريءَ پوڙها،
جهونجهارن جهوري وڌا.

استاد، انڌ انڌير جا، ماٽا ۾ موڙا،
جهونجهارن جهوري وڌا



هَلن تا هالار،
ڪِلن تا گلزار، سورهيه غازي سنڌ جا.

جوڌن کي جنگاهه ۾،
سوپون پاڻن هار، سورهيه غازي سنڌ جا.

ڪريو مَلڪ مرحبا،
لنگهن تا مهندار، سورهيه غازي سنڌ جا.

واڍايون وڻ وڻ ڏِين،
خلقون ڪن ڪيڪار، سورهيه غازي سنڌ جا.

تاڙيون، نعرا، توتڙيون،
هاٻا هُلَّ هزار، سورهيه غازي سنڌ جا.

ٻولي ٻولن ٻي نه ڪا،
ڪوليءَ ۾ خوددار، سورهيه غازي سنڌ جا.

محلي ۾ مينار جان،
جلسي ۾ جهرڪار، سورهيه غازي سنڌ جا.

تحريڪون تائيد ڪن،
تاريخون اقرار، سورهيه غازي سنڌ جا.
ادن جا اُستاد چئي،
چوڏاري چمڪار، سورهيه غازي سنڌ جا.



پاڙ پَٽي، ڪولاھ لٽي، وقت وڏي وانگار سَڏِي.

پائڻ پينڻ پيڙا تيو تُنجو،
ڪو تو بينو ڪوٺ ڪٽي!
وقت وڏي وانگار سڏي.

عشق تتي کي عقلُ رتي ڏينو،
جوش ھجي چو ھوش ھٽي.
وقت وڏي وانگار سڏي.

بدبو چو ھُبڪار لٽاڙي،
جھولو چو ڦولھار ڦٽي:
وقت وڏي وانگار سڏي.

چڻُ يڻ لاتي چاھت، وچ ۾،
اُڻ تڻ لاتي آھي اٽي.
وقت وڏي وانگار سڏي.

اتڪين تو ڏھڪار اجايو،
توڪان ويندي خلق ڪٽي،
وقت وڏي وانگار سڏي.

پاپي، ڪائِي پِي وٺ هاٺي،
باقي آهين ڏينهن ٻه ٽي.
وقت وڏي وانگار سڏي،

عِمر سڄي استاد اُتو آ،
چاتين ۾ ويو گيت چٽي.
وقت وڏي وانگار سڏي.



ڪونڌر ويٺين ڪانپ ڪڍي، سُڌ نہ لتي، اُيرئي جي.

تنيجي سيارو، ڏنيجي آرهڙ،
ڪنجي پٺي تي چيٽ، ڪتي، سڌ نہ لتي...

پڙچ وچائي راند رهين پيو،
عرش چڙهي ويا مرد وڏي، سڌ نہ لتي...

ووڙين ويٺو ڏور، پروليون،
پيلائي ويا ڪالھہ ٻجهي، سڌ نہ لتي...

هيڏهن مرليون ماٺهو ميڙا،
هوڏان ڪيڏي لوڏ وڏي، سڌ نہ لتي...

ٻوٽي ٻوٽي سچ جي آهي،
رهزن روَلو ڪوڙ رڏي، سڌ نہ لتي...

جُوءِ ٻچي جهونجهار ٻخاري،
عام اتي جي ٻولَ ٻَڌِي، سڌ نہ لتي...



ضرب ڪجي ياوند،
جوڙ ڪجي يا ڪٽ، مهل مهل مت ست، الا.

سر پر سنهڙي يار جي پر ۾،
غير اڳيان گهوگهٽ، مهل مهل...

تعدي طور ڪٽي تعذيرًا،
قول هٽڻ ته ٻه ڦٽ، مهل مهل...

سائو سينور زهر ڪري ويا،
موکي تنهنجا مت، مهل مهل...

هِن هَنڌ هئي هڪار ته ڪيڏي،
ڇو هِي هيڏي ڇَٽ، مهل مهل...

ڪي ڪي هار ٻه لڳندا آهن.
ڳورا جهڙا ڳِٽ، مهل مهل...

لِڱ ٻڌايا لوهه ٻخاري،
پيش اوهانجي پَٽ، مهل مهل...



همّت تي هسوار،
هَل الاتوهار، پاڻ هميشه پنڌ ۾.

"چُريا سي چڙهيا" اهو،
انئون اعتبار، پاڻ هميشه پنڌ ۾.
"مُڙيا سي جڙيا" مثان،
مَردن ناهه مدار، پاڻ هميشه پنڌ ۾.

ترسڻ ڪاتي تانگهه ڪي،
سِڪڻ ناهِ قرار، پاڻ هميشه پنڌ ۾.

قولهيوسون پاتار ڪي،
ڳولياسون پولار، پاڻ هميشه پنڌ ۾.

تارا، پَتر راهه جا،
ڪاهڪشان بازار، پاڻ هميشه پنڌ ۾.

جنگين ۾ جهونجهار ۽،
ويڙهي ۾ وينجهار، پاڻ هميشه پنڌ ۾.

هونداسين هبڪار جان،
هِيرن تي هسوار، پاڻ هميشه پنڌ ۾.

اوندهه ۾ استاد ڪئي،
جند انئون جرڪار، پاڻ هميشه پنڌ ۾.



دڙدون ڪائِي،
ڪاتان آئي، هِيءَ اُداسائي!

ٽيپهريءَ جو بوڪر ٿُڙ تان،
چبري اڪ چائي، هِيءَ اُداسائي!

سسئي، سَڄَ اڪيلي ڪُوڪي،
پيڻ نہ ڪو يائي، هِيءَ اُداسائي!

سهٽي، ساهڙ بيلهہ ٻُڏي ويا،
ڪَل نہ ڪنديءَ ڪائي، هِيءَ اُداسائي!

چارڻ، سورٺ، راءِ ٽنهي جي،
وات اها وائي، هِيءَ اُداسائي!

ڪوڙ اُميدون عام اسان جون،
خاصَ ويا ڪائي، هِيءَ اُداسائي!

تارا، ٻارا آڇُ لڳن تا،
ڇَڄَ اندر چائي، هِيءَ اُداسائي!

آس، اچي استاد جي ڪرتون،
ناس نراسائي، هِيءَ اُداسائي!



هئہ هئہ ههڙو ويل،ويلو، گذري ويندو.

وڻ وڻ وِيلو، پَن پن پِيلو؛
واءُ وهاتيل ويل، ويلو، گذري ويندو.

سانگ سَرءَ جا، نانگ آرءَ جا،
گهٽ گهٽ تي گهوڙيل، ويلو، گذري ويندو.

هائيءَ هاٿا، ٽچڪن ٽاٽا،
جِيوَن جهڙو جيل، ويلو، گذري ويندو.

ڪَچّو ڪاچو، ڪارو پاچو،
مُنڌل ڏاڍو ميل، ويلو، گذري ويندو.

پِرت پيڙايا پيارا ماڻهو،
توڙي نڪري تيل، ويلو، گذري ويندو.

ڪَنجن ڪُوڪت، لُنجن لُولهت،
دادِڏٺي ڏاڙيل، ويلو، گذري ويندو.

سُوِليءَ سَلجڻ، سولو ناهي،
ڪَلجڻ ناهي ڪيل، ويلو، گذري ويندو.

آنسُو اُگهندا، سورج ڪرڻا،
رات رُنو رابيل، ويلو، گذري ويندو.

اڄڪلهہ آ اِستاد اسانجو،
مِهڻن سان مُنهن ميل، ويلو، گذري ويندو.



موڪيون مرليون جوڳي ڇَٽَ،
ڳليءَ ڳليءَ ڪي سوڳها ڳٽ،
ڪيئن ڪريون ڙي ڪيئن ڪريون!

ڏونگر اجگر، نانگ آريڙ،
واٽون ڪاريهر جا وَٽ،
ڪيئن ڪريون ڙي ڪيئن ڪريون!

ويتا ڏهر وسيهر واري،
پيئڻ پنهنجا سمجهي پَٽ،
ڪيئن ڪريون ڙي ڪيئن ڪريون!

ڪُرسين تي ڪاريهر جهُولن،
ڪَپّرَ واري ويتا ڪٽ،
ڪيئن ڪريون ڙي ڪيئن ڪريون!

پَرڙ بلائن پُونگ وڏائي،
ڇو نہ اڇي تي اهڙي ڇَٽ،
ڪيئن ڪريون ڙي ڪيئن ڪريون!

محلا ڏرڙ، منجهن ڪوراڙون،
لاهيو تن تان لوڪو لَٽ،
ڪيئن ڪريون ڙي ڪيئن ڪريون!

ورهيه ٿيا وِهڻ هاري ويا هُو،
موکي ٿُنهنجا مارن مَٿَ،
ڪيئن ڪريون ڙي ڪيئن ڪريون!

ناتا، نانگ، بلائون ڪاتا،
گَرَجُ بخاري ڪر گهوگهٽ،
ڪيئن ڪريون ڙي ڪيئن ڪريون!



تون پگهرين تو، آءُ پگهاريان؛ فرق اهو آ.

ديپڪ راڳ جي دعويٰ سولي،
يا تون ٻار يا مان تو ٻاريان! فرق اهو آ.

تَئونس تڙپ جي، جهڙپ اچي جي،
تو وِقلين تو، آءُ ويچاريان. فرق اهو آ.

شاهه جا شيدائي ٻُڌ ٻيلي،
تون مومل، مان سسئي ساريان، فرق اهو آ.

تو هٿ هاسو، مون وٽ تيشو،
ڏونگر ڏورين، ڏونگر ڏاريان، فرق اهو آ.

سوچ سمي جي سڀ ڪنهنکي آ،
ڪالهه ڦلهورين، حال سنواريان، فرق اهو آ.

رنگ محل کان گڏجي گذرون،
ٻُرج نهارين، پيڙهه نهاريان، فرق اهو آ.

مشڪل کي آسان ڪرڻ لئہ،
ڪڙم پڪارين، قوم پُڪاريان، فرق اهو آ.

شاعر، حق جي ڪُوڪَ بخاري،
تون پڙڪين، مان تو لــلڪاريان، فـرق اهو آ.



لاھين ھانءِ متان!
ڏيندو ڏِير وتان، ھر ھر ھينئڙي کي،
جاني، جيئڙي کي.

دم دم پھچن دلبريون،
واھر سونھن وٽان،
ڏيندو ڏِير وتان، ھر ھر ھينئڙي کي.

جيڪا جوت جھان جي،
ووڙي نيٺ وٽان،
ڏيندو ڏِير وتان، ھر ھر ھينئڙي کي.

وچڙي ڪين وڃاءِ تون،
ھھڙي مند ھتان،
ڏيندو ڏِير وتان، ھر ھر ھينئڙي کي.

وھنجان تنھنجي موھ ۾،
ھڻ کو مينھن متان،
ڏيندو ڏِير وتان، ھر ھر ھينئڙي کي.

تاريو هاڻ نه مون اجا،
مارين موت متان،
ڏيندو ڏير وتان، هر هر هينئڙي کي.

هاڻي سوچ نه ٿين پرين،
اچين تو يا اچان،
ڏيندو ڏير وتان، هر هر هينئڙي کي.

استاد اوتي تو ڏيان،
موجون مونجهه منجهان،
ڏيندو ڏير وتان، هر هر هينئڙي کي.



اڄ ان سنڌ -سرير، عضوو، عضوي کان جدا،

سو ڪيئن ساري سنڌ ٿئي،
شاعر، ڪنڌون - ڪير،
عضوو، عضوي کان جدا.

وڏيرو وِھُہ روح ۾،
ظاهر پنڌ پٺير،
عضوو، عضوي کان جدا.

اڄ ان عام عوام ٿيو،
فڪر منجهہ فقير،
عضوو، عضوي کان جدا.

اڄ ان چيچ غريبڙو،
اڄ ان اُچ امير،
عضوو، عضوي کان جدا.

پَٽ تي نرڙ مريد جو،
اڄ ان ڪٽ تي پير،
اڄ ان سنڌ - سير،
عضوو، عضوي کان جدا.



منهنجي ڳالهہ ٻڌو نہ ٻڌو، پر پنهنجي ڳالهہ ٻڌو،

اڄ جو ايڏيون سرٽيون اُڀَ ۾، هي جو ڳاڙهي وات ڪُتو،
پنهنجي ڳالهہ ٻڌو.

هرهر گولي گُسندي ناهي، هن پيري هو آهي گتو،
پنهنجي ڳالهہ ٻڌو.

لياقت باد تہ دهشت باد، پر ڪنهن هاشم ياڻ ڪُتو.
پنهنجي ڳالهہ ٻڌو.

هڪڙي پاڙي شهر ٻڪي پيو، هڪڙي پاسي آهہ سُتو،
پنهنجي ڳالهہ ٻڌو.

دنيا کي اڌ رنگ تي پيو آ، روپ پيلو آ، روح پُتو،
پنهنجي ڳالهہ ٻڌو.

گهر گهر آ گهڙيال بخاري، هرهر چئي تو اتو اتو،
پنهنجي ڳالهہ ٻڌو.



نازڪ فڪر نفيسڙا، ڪرڻا پوندا جيئڙا،
موڳا مُستندا،
ڪاهڪشان ڪندا،
اڄ تي اڪين ۾ تنبي.

مانيءَ سان گڏ مانَ جا، آزاديءَ اعلانَ جا،
جهولايون جهندا،
ڪاهڪشان ڪندا،
اڄ تي اڪين ۾ تنبي.

آڳ لڳي احساس کي، آسُنِ جا استاد تي،
چڻڪاريو چندا،
ڪاهڪشان ڪندا،
اڄ تي اڪين ۾ تنبي.



ڪاهڪشان ڪنبا،

اڄ تي اکين ۾ ٽنبي،
سڄ پڄ سوچن ۾ ٽنبي،

انڌا آدجڳاد ها، ٻوڙا برق ۽ باد ها،
ملائڪ منبا،
ڪاهڪشان ڪنبا،
اڄ تي اکين ۾ ٽنبي.

هو جي بم گولا هٽن، شيشي - گهر ۾ تا نچن،
مَست ڪٽي ڏنبا؛
ڪاهڪشان ڪنبا؛
اڄ تي اکين ۾ ٽنبي.

پومي تنهنجي ياڳ ڪي، ڳِهلن پيا تا آڳ ڏي،
چريا ۽ چنبا،
ڪاهڪشان ڪنبا،
اڄ تي اکين ۾ ٽنبي.

* ڇهڪن ڀهڪن اِيرا سيرا، تڙ تي دَبلا ٻال،
اميدون منهنجون.

** وَهُہ جو واسُ وڪوڙي ويو جا، مڪجي پئي هن "جال"،
اميدون منهنجون.

نوري، ڄام نگاهن ۾ تمر، سهٽي ۽ مهوال،
اميدون منهنجون.

آئيندا انصاف بخاري، آئيندا خوشحال،
اميدون منهنجون.

---

* دبلا: ڪيٽي بندر طرف هڪ ذات.
** وَهُہ: وهہ جي بوءِ جيڪا پيڙين کي مڪجي ٿي.

چولين وارا چال، اميدون منهنجون.

لهرلهر آ لمحو لمحو، ساگر پاسن سال،
اميدون منهنجون.

تيز هوائون تيز تمنّا، تڪڙا تڪڙا تال،
اميدون منهنجون.

چمڪيا ڪِرڻا چانڊوڪيءَ جا، جر سان جوڙيوال،
اميدون منهنجون.

چاندي لهرون، نيلم لهرون، لهرون هيرا لال،
اميدون منهنجون.

ويهي اندر وائري، سوچيو خَلاصي.

*اڳيان اُتَ جوار جي، اچٽي اماسي،
سوچيو خَلاصي.

سبز سَرنگ، ناڪٺا، عاقل، احساسي،
سوچيو خَلاصي.

ماهيگير مڙئي مڙو، لاڙيچا لاسي.
سوچيو خَلاصي.

اوڪاسِين استاد پيا، سمورا ساسِي،
سوچيو خَلاصي،
ويهي اندر وائري!



* جوار: وڏي وير (سمونڊ جي).

اُهاءِ ۽ سرهاڻ ڪي،
*وير نہ وجهن ونگ!
جهومون، ڳايون جيڏيون!

**دلين ۽ درياهه جا،
دوست نہ ٽين دنگ!
جهومون، ڳايون جيڏيون!

امن سان استاد چئي،
آهن اوج امنگ!
جهومون، ڳايون جيڏيون!



* وير: دشمنيون، وبلا (مقصد: قيد نہ ڪن، مجبور نہ بنائين).
** دنگُ: چيھہ: (مقصد: دوستون ۽ درياهه شاٰل ختم نہ ٿين.)

هيلڪوڪي سارنگَ،
لاتا سهڻا رنگ!
جهومون، ڳايون جيڏيون!

وسڪاري وارا ڪري،
جرڪايا جر - جهنگ.
جهومون، ڳايون جيڏيون!

* ٻاجهر، جوئر جا سِتا،
** مُهريون ۾ مارنگ.
جهومون، ڳايون جيڏيون!

ٻيلي ٻُرن ٻوليون،
ڪنڌيءَ ڇُرَنِ ڇنگ.
جهومون، ڳايون جيڏيون!

ڪيٽي، ساگر ڪڇ ۾،
سرتِيي، سرتِيي سنگ.
جهومون، ڳايون جيڏيون!

---

* سِتا: سنگ
** مُهري ۾ مارنگ تشبيهه ان لاءِ ڏني وئي آهي جو هڪڙي جو آن ڇڙڻ ۾ ٻئي جو ماني پچڻ سان واسطو آهي.

دائم قائم ديس ۾،
محبت جا ميلا،
ڪونڌر ڪاچيلا.

آزادي آئيو اتو،
ارڏا اربيلا،
ڪونڌر ڪاچيلا.



ڪوپا مڙس ڪنوات، پر –
لوڙ ڪيا ليلا،
ڪونڌر ڪاچيلا.

اوچا ايّا ٻَاٿ، پر –
چَندن جا چيلا،
ڪونڌر ڪاچيلا.

منچر، بارڻ، گاج، پر –
ويهن تا ويلا،
ڪونڌر ڪاچيلا.

أجرا دل جا عاج، پر–
پُوٽن مُنهن – پيلا،
ڪونڌر ڪاچيلا.

ڦَنجن، ڦُرجن پاڻ تا،
پاڻ ئي ذاڙيلا،
ڪونڌر ڪاچيلا.

ڪاڇا، تنهنجو ڪَکُ، لهي تو لَکُ.

ڌرتيءَ تان جو گهور، اهو شهزور،
پونءِ وَتو جو ٻَکُ، لهي تو لَکُ.

سنڌڙيءَ جو سوداءُ، سدورا ياءُ،
سوگهو سانڍي رکُ، لهي تو لَکُ!

اجرڪ، لونگي، کيس، ته آهن ويس،
پوليءَ وارو پَکُ، لهي تو لَکُ!

آکيري ڌي تاڻ، اَڌامڻ ڪاڻ،
پيچري ۾ جو پکُ، لهي تو لَکُ.

اونداهي استاد، تئي برباد،
بيشڪ پڙڪي ٻَکُ، لهي تو لَکُ.



هِيءَ جا آئي هِير،
خاص مِٺي خوشبو.

سنڌڙي انبن سان سڳداسي،
ڪائون ڪنڊون، ڪير،
خاص مِٺي خوشبو.

ميهر مشڪ ته مينهون عنبر،
سرهي سامهون سِير،
خاص مِٺي خوشبو.

ايندم نيندم ڏاتون ڏيندم،
ٿيندم ساهه سڌير،
خاص مِٺي خوشبو.

دلداري استاد جي لئي آ،
ذرتي تنهنجي ڏير،
خاص مِٺي خوشبو.



* پائر، ڪائر پَٽُ،

منڇر، ڪينجهر مَنڌ چٽو.

ڏرتي پير پاتار ۾، چپِّر متس چَٽ،
جهوني جُهور جهان جو، نِت نت نئون نٽ،
هيروشِيما هاءِ ڪو، ڪولي دل جو ڦٽ،

(1) ڪوڙي شڪتي ڪيئن چئون، هيڏو زور نہ زٽ،

(2) آڇي تيل قليل تو، هاڙهي ڪوليو هٽ،

اڄ اڄ پِيءُ هن سچ کي، لهندءِ ڪُوڙي ڪٽ،

اڄ اڄ ايي ڳات سان، ٽڪرا ٽڪرا ڳٽ،

(3) آءُ، ادي استاد کي، پونءِ جو پانيون پَٽُ.
منڇر ڪينجهر مَنڌُ چٽو.



* پٽ: پيالو جام. مڌ: ماکي، شراب.
(1) رٽ: وڏو ڪوڙ (2) هاڙهي تر ۾ هاٿي تيل جو ليپ لڳو آهي.
(3) پَٽَ: پان، راڳي.

گدرو، ڪاتيءَ تي ڪِرندو يا، گدري تي ڪاتي،
ڳالهہ تہ ساڳي تي.

ماڪيءَ ۾ وهہ ڪير ملائي، يا وهہ ۾ ماڪي،
ڳالهہ تہ ساڳي تي.

پاڃاري پرمار وجهي يا، سُرڪڻ ڏئي ساتي،
ڳالهہ تہ ساڳي تي.

ڏونگر ۾ ڪو ڏيئڙو ٻاري، جهنگ وجهي جهاتي،
ڳالهہ تہ ساڳي تي.

مستي ڪجهہ تہ متي مان نڪتي، چِلجي پئي ڇاتي،
ڳالهہ تہ ساڳي تي.

ماتامي آڏ رات ڏئي وئي، پِتڪو پرياتي،
ڳالهہ تہ ساڳي تي.

ريهہ ڪري استاد رئي يا، ڪوڪ ڪري خاڪي،
ڳالهہ تہ ساڳي تي.



ڳلن ڳوڙها ڇڻ،

ڏنارن جا ڏڻ، پهريا هاڻ پَٽن تي.

واٽون، واٽن مان ڦٽيون، وڻن وڇان وڻ!

پهريا هاڻ پَٽن تي.

رستا ڪاريهر تِڪا، پاسي ڪان پاهڻ،

پهريا هاڻ پَٽن تي.

ڪوٽن ۾ ڪونديون لڳيون، ڇَنن تي پن ڇڻ،

پهريا هاڻ پَٽن تي.

وِسڪيو شهرن ڏي ڏِسن، ويچارا واهڻ،

پهريا هاڻ پَٽن تي.

دادوءَ ڪاَن مورو وڃان، واجهائيندو وڻ،

پهريا هاڻ پَٽن تي.



ڪوپو گهاٽي گهوٽجي، چوڏول آءُ چڙهان،
هِن ڪان مان نہ هجان!

ڪونڌر – ٻانهن ڪڙول ۾، ۽ مان موڙ ٻڌان،
هِن ڪان مان نہ هجان!

ماٺهو ڪاري قهر ۾، ويريءَ هار وجهان،
هِن ڪان مان نہ هجان!

امن، اغوا انڌ وٽ، گهٽيون، شهر گهمان،
هِن ڪان مان نہ هجان!

ٿي وي جيڪا قئي ڪري، اکين ساڻ اگهان،
هِن ڪان مان نہ هجان!

ڌرتي ويڌن ويل ۾، اُستاد آءُ ڪِلان،
هِن ڪان مان نہ هجان!



پنڪئي کي دگ لايان ٿو،
دَور وجي ٿو پنڪيو پنڪيو.

– ويهين سَن جو پويون پهر آ، پوڙهي کي شرمايان ٿو.
– ايڪيهينءَ ڪان اڳ ۾ جڳ ۾، جِيوَن – جوت جڳايان ٿو.
– دهشت، محبت کي للڪاريو، دهشت کي ڌمڪايان ٿو.
– آنڌ – اڌن جي پيڙهه پٽايان، ڦندن کي ڦـتڪايان ٿو.
– جند ڇڏايون گن – ڪلچر مان، سنڌ سجاڳ سڏايان ٿو.
– سنڌ ۾ رهندئو سنڌي سڏبو، سيني کي سمجهايان ٿو.
– سنڌي – سرائڪي يائر – يائر، سَٿلين کي سرچايان ٿو.
– ”جيئو، جيئڻ ڏيو“ آدم زادؤ، در در ناد وڄايان ٿو.
– سُرهو ٿئي سنسار بخاري، مِٽيءَ کي مهڪايان ٿو.
پنڪئي کي دگ لايان ٿو.



مائو، لينن، هوچي مِن تي، ماڻهوءَ مان ملهائين ها؟
(سوچي پوليم) سائين، ها!

نُور نئين سان دَور نئين جي، راهَ نڪوري رانئين ها؟
(سوچي پوليم) سائين، ها!

آدم کان اڳ، اڄ کان اڳتي، جُڳ جُڳ جوت جڳائين ها؟
(سوچي پوليم) سائين، ها!



موھن بنجي مَن مُھٽين ۾، بنسي برھہ وڄائين ھا!
(سوچي ٻوليم) سائين، ھا!

اعظم مغل، حڪومت سامھون، عام عنايت چائين ھا؟
(سوچي ٻوليم) سائين، ھا!

ڏاھر، دودو، ھوشو، ھيمون، ٻومي ٻاٺر ٻانئين ھا؟
(سوچي ٻوليم) سائين، ھا!

'ايڊ انون' تي، 'ٻاگو' بنجي، مُلڪُ چڏي "مَنُ" چائين ھا!
(سوچي ٻوليم) سائين، ھا!

جُوڻ ملئي جي جنّت ٻھچين، گيت اتي بي ڳائين ھا؟
(سوچي ٻوليم) سائين، ھا!

وري وري ھت ٻيدا ٿين تون، واسَ، ورن ورجائين ھا؟
(سوچي ٻوليم) سائين، ھا!

امرت اوت پرين ري ٻيين، يا، ڪاش، چئي، اچلائين ھا؟
(سوچي ٻوليم) سائين، ھا!

جنّت ۾ استاد هجين ها، ڪٽڪ ڪڪوري ڪائين ها؟
(سوچي پوليمر) سائين، ها!

منع ڪيل ميوي کي وڻ کي، الري هٿڙو لائين ها؟
(سوچي پوليمر) سائين، ها!

قابيلان، هابيل ڪُسي پيو، ڇا مظلوم ڇڏائين ها؟
(سوچي پوليمر) سائين، ها!

فرعونن جي گهر ۾ پلجي، ڏاڍن کي ڌهڪائين ها؟
(سوچي پوليمر) سائين، ها!

تيرن جي وسڪارن وچ ۾، حرّ حسين سَڏائين ها؟
(سوچي پوليمر) سائين، ها!

ڏَڪ ڏَڪ سان تئي انگ اڏواڏ، آناالحق الائين ها؟
(سوچي پوليمر) سائين، ها!

اورنگزيبي حڪم حدن ۾، سرمد سند سڏائين ها؟
(سوچي پوليمر) سائين، ها!

ڪاهه جي التي اڄ جي پَٽ تي،
اوڪ نہ او ڪاڪا،
هاڻ نہ هاريو ساٿيو!

ڏور ڪڪوريا، ڏِڏُ ارادا،
اُڪريا اولاڪا،
هاڻ نہ هاريو ساٿيو!

ساپيان ايري ايندا سامهون،
خوابن جا خاڪا،
هاڻ نہ هاريو ساٿيو!

جنهن سان جڳ جي جرڪ بخاري،
سوچ ڪبي ساڪا،
هاڻ نہ هاريو ساٿيو، چڙهبا چاڙهاڪا!



جهاڪن تي جهاڪا،
ڏاڪن تي ڏاڪا،
هاڻ نہ هاريو ساٿيو، چڙهبا چاڙهاڪا!

بحر اندر تا باهہ تمايو،
ٻوڙيا ٿو ٻاڪا،
هاڻ نہ هاريو ساٿيو!

بازارن ۾ آزارن جا،
وڌيو تا واڪا،
هاڻ نہ هاريو ساٿيو!

ٽڪڙيون تي ويا ترجا پاٿا،
ٿاٿا هڻ ٿاڪا،
هاڻ نہ هاريو ساٿيو!

لوڪو، آن جي وات - لُغت ۾،
"چو" ناهي چاڪا!
هاڻ نہ هاريو ساٿيو!

’ھڻ ھڻ‘ ھوڪارون،
”پھچو“ پُڪارون، ماٺ اچي ڪيئن منھنجي من کي!

ماٺھو، ماٺھوءَ جو رت پيئي،
دوست جيئن دارون، ماٺ اچي ڪيئن منھنجي من کي!

باغيچن کي باھ لڳي وئي،
ٻيلا ٻاڪارون، ماٺ اچي ڪيئن منھنجي من کي!

وحشي جذبو، دهشت، گوليون،
ڏاھپ ۾ ڏارون، ماٺ اچي ڪيئن منھنجي من کي!

ڪرفيو، ريھون، پار ٻڪارا،
اَمڙ اوچنگارون، ماٺ اچي ڪيئن منھنجي من کي!

اغوا، ظلم، اڳھاڙي ٻت تي،
بجليءَ جون ڏارون، ماٺ اچي ڪيئن منھنجي من کي!

ڪي ـ تو ڪان ڪوھہ قاف ٻُجھڻ پيون،
ڪيھون، ڪوڪارون، ماٺ اچي ڪيئن منھنجي من کي!

امن، اتو استاد وڏايون،
يار، ڪريو ڪارُون! ماٺ اچي ڪيئن منھنجي من کي.



باغيچن بَرَ ڏي مڪي، هتراڏو هبڪار،
مونکي سار صبح جي.

غفلت ورتي ڳاج کي، هونگاريو هالار،
مونکي سار صبح جي.

اونداهيءَ ڪيڏا ڪيا، استاد آهن آر،
مونکي سار صبح جي.



رات سوين سينگارَ،
مونکي سارَ صبح جي،

چندڊ مکائين چوڏهين، چوڏاري چمڪار،
مونکي سار صبح جي.

جوڙي بينو جوت جا، انبرُ هارَ هزار،
مونکي سار صبح جي.
چولين چيڙيون چيڙيون، ڪنڌي تند تنوار،
مونکي سار صبح جي.

پهڪيون راٽيون رات جون، ٿهڪن ٽانگر ٽار،
مونکي سار صبح جي.

ميخانن تي مَڌ جا، برسيا ڪيپ خمار،
مونکي سار صبح جي.

ساگر، تر ڏي موڪلي، هِير تڏي هانئار،
مونکي سار صبح جي.

مارُو ماريندين؟ ماري، هٽندين هٽڙا.

ڏاڍا انڌي ڏاڍ سان،
ڏاها ڏاريندين؟ ڏاري، هٽندين هٽڙا.

سو تون پيڙا ڪُوڙ جا،
ڪيتر تاريندين تاري، هٽندين هٽڙا.

ڏرتي ويڙهي ڏنڌ ۾،
ڏيٽيون ڏاريندين، ڏاري، هٽندين هٽڙا.

گهوڙا گهوڙا گهير تي،
تون گهر گهاريندين، گهاري، هٽندين هٽڙا.

آوڳڻ آٽي آڳ تي،
ڀڳڻ ڀاريندين؟ ڀاري، هٽندين هٽڙا.

چا تون جهد جتن چڏي،
ڊارا ڊاريندين؟ ڊاري، هٽندين هٽڙا.

استاد آب حيات لئہ،
هي ڊُڪ هاريندين؟ هاري، هٽندين هٽڙا.



جي ڪنهن ٻُندَ جيان،
ٻيئو ڏاڍ ڏسان، هِن ڪان مان نہ هجان!

ڦٽڪا ڪنول ڦول کي، ڪينجهر سئر ڪيان!
هِن ڪان مان نہ هجان!

ڀعنا ٽِير وسن پيا، ڇهڪيو گيت چوان،
هِن ڪان مان نہ هجان!

مرڪي مرڪي لڪَ ڪيڪارن،
چُمن پير پهڻ، تون به اڱڻ اچ تن جي!

بيشڪ بي انداز بخاري،
محبت وَنڊڻ مَڻ، تون به اڱڻ اچ تن جي!



جن جا نيڻ سجڻ.
*جن جا چاهه چنڻ، تون به اگڻ اچ تن جي!

ڳالهائين ورهائن ماکي،
مُرڪن ڪِير، مکڻ، تون به اگڻ اچ تن جي!

يارن ساڻ صلاحون دل جون،
مارَن ڪاڻ مَمڻ، تون به اگڻ اچ تن جي!

بگهڙ ٽُڪرا، چيتا ڳترا،
ڏٽڪا جن وٽ ڏڻ، تون به اگڻ اچ تن جي!

شهر سجاڻن، ڏهر سجاڻن،
واقف، واٽون وڻ، تون به اگڻ اچ تن جي!

* چنڻ= چندن: خوشبودار، سرها.

اهڙو ڏَؤر بہ اسـتـاد ايـنـدو،
انڌ تہ ڇـا ارمـان نہ رهـنـدو.
جيڪو وهـنـدو –
سـوئـي لـهـنـدو،

✦

نِپل ڪوبہ نشان نہ رھندو،
جيڪو وھندو —
سوئي لھندو،
زنده رھندو!

ڪيڏو تيز، تِکو تنھن ھوندي،
ساندھہ ڪو طوفان نہ رھندو.
جيڪو وھندو...

چا تو چئين بي انت زمانا،
لينن ۽ جبران نہ رھندو!
جيڪو وھندو...

مرض وتو مضمون تہ چا پر،
عرض ڪيم عنوان نہ رھندو،
جيڪو وھندو...

يا مان دائم قائم رھندس،
يا تہ وري يزدان نہ رھندو،
جيڪو وھندو...

ننڊ، نشا نروار، جيڏان ڪيڏان جُوءِ ۾.

جُهوتن پيا ٽا جهنگ، جهر،
پنڪين جا پرڪار،
جيڏان ڪيڏان جُوءِ ۾.

آفيم ۽ هيروئن جا،
واڻن تي واپار،
جيڏان ڪيڏان جُوءِ ۾.

حقّو، پان هَڪيو تڪيو،
نسري پٽي نسوار،
جيڏان ڪيڏان جُوءِ ۾.

ڏيئي ليئي چوٽ تي،
پيونءِ بٽي بازار،
جيڏان ڪيڏان جُوءِ ۾.

هئه هئه ڌرتي سنڌ جي!
پرمار ئي پرمار،
جيڏان ڪيڏان جُوءِ ۾.

پنهنجي اعمالن ٻچيا،
الاڙي آزار،
جيڏان ڪيڏان جُوءِ ۾.



مارن لوڪ لچان،
پنهنجي هان ۽ هچان، هٺ هٺ هو نہ ڪري سگهيس!
آخر چو نہ ڪري سگهيس؟

مون لئہ ملڪ مسيت ٿيو،
وانگي بانگ وچان.

ڏنگا سي بہ ننگا لڳا،
ڪنهنڪي ڪيئن ڪچان!

وڻ وڻ جند جهنجهوڙيان،
بنجي لُڪ پچان.

ڪاٺر تيان يا ڪير تر،
ڪوڪو تي نہ ڪچان.

وطن مان استاد مان،
رچيو ڪين رچان.
هٺ هٺ هو نہ ڪري سگهيس!
آخر چو نہ ڪري سگهيس؟



جوڳي جوڳ ڪمايا،
توڳي – تاٽ پچايا.
جيئي جيئي جوڳي!

حُبّ الوطني، تن تي ڪفني،
قومي جوش جڳايا.
جيئي جيئي جوڳي!

"تُڪ تُڪ" تنهنجي جهونا جوڳي،
نيرا . نانگ نچايا.
جيئي جيئي جوڳي!

لات لطيفي، سُر سَرمستي،
ريتا رنگ رچايا،
جيئي جيئي جوڳي!

"جُوءِ جياريو، عام اجاريو"،
وِڪ وِڪ ساز وڄايا.
جيئي جيئي جوڳي!

ڪارا ڪاڙها، پِيلا پارا،
در در ڳِهندڙ ڳُڙايا.
جيئي جيئي جوڳي!
دڳِ دڳِ تنهنجا راڳ بخاري،
ڳاڙهن ڳيرن ڳايا.
جيئي جيئي جوڳي!



ڦوڪي ناد ڦقڙ پيا ڦاٽي، جُوءِ نہ پر جاڳي،
ڏاڍي ڳالهہ ڏکي ٿي!

موڳاٽا ميخوار اڳيئي، سرسامي ساقي،
ڏاڍي ڳالهہ ڏکي ٿي!

پوڙها پاڻ اٿڻ کان عاجز، ڳڀرو جذباتي،
ڏاڍي ڳالهہ ڏکي ٿي!

خضر اچڻ سان لوڙهہ ڪسي ويو، سَپُّ ٿيو ساٿي،
ڏاڍي ڳالهہ ڏکي ٿي!

پرندڙ پيلو، ٻرلّ تِوائي، دَلدل ۾ ڦاٿي،
ڏاڍي ڳالهہ ڏکي ٿي!

بيباڪي ڪِلهہ رات ٻَجهي وئي، ڇچري چالاڪي،
ڏاڍي ڳالهہ ڏکي ٿي!

پِنبِ ڪي دَرتي پاڪر پاتو، پيند نہ ٿيا باغي؟
ڏاڍي ڳالهہ ڏکي ٿي!

ڏوري ڏوري ٿڪيهن اچوڪي، رات ڪُڏي تاتي،
ڏاڍي ڳالهہ ڏکي ٿي!

اڻ ڪوتيا آزار اسان وٽ، اجڪلهه اوطاقي،
ڏادي ڳالهه ڏکي تي!

ڳالهه چِڙي استاد صدين جي، ايندڙ پڙ آتي،
ڏادي ڳالهه ڏکي تي!



ڪنهن سان سليان سُورَ، وو، ڪنهن سان سَليان سُورَ!

منڇر ڇَر ۾ ڇوليون، پيلي ۾ جيئن پور، وو،
ڪنهن سان سليان سورَ!

شيشي جهڙي شاعري، پاهڻ جهڙا پورَ، وو،
ڪنهن سان سليان سورَ!

نظرن ۾ سپنا نوان، اکين ۾ انبور، وو،
ڪنهن سان سليان سورَ!

ههڙي دلبر ديس تي، هيڏا ڪِيس ڪلور، وو،
ڪنهن سان سليان سورَ!

ڏيري ڏيري تي ويا، نِنّاوان ناسور، وو،
ڪنهن سان سليان سورَ!

اڄّ اتا استاد تي، اوسيئڙا آهُور، وو،
ڪنهن سان سليان سورَ!



ڪاتي گاروڙي؟
سورھيہ ساتوڙي؟
جلي منھنجي جندڙي،
سڙِي منھنجي سنڌڙي،
اڏيون ڙي اڪيلڙي!

گامونءَ چوتا کِھليو، چو تو-
پِتجي پاپوڙي!
جلي منھنجي جندڙي،

گيسر جي آ سِنڌ، الاڙي،
لوڙَ گھٽي لوڙِي،
جلي منھنجي جندڙي،

سُھٽي سمجھہ گھڙي ئي ٻوڙي،
ٻيڙي ڪنھن ٻوڙي؟
جلي منھنجي جندڙي،

شِڪرو، ڪانئر ڪانگ ڪئين ٿيو،
نانگ، ٻٽي نوڙي،
جلي منھنجي جندڙي،

منزل اڳ ۾ اُنَ آ ماٺي،
جو بہ پڳو ڊوڙي،
جلي منهنجي جندڙي،

جيئڻ کاڻ جهڳڙندي آئي،
ٽلٽي کان ٽوڙي،
جلي منهنجي جندڙي،

گيتن سان استاد گِجي تو،
ڄِيت نئين جوڙي،
جلي منهنجي جندڙي،
سَڙِي منهنجي سنڌڙي،
اديون ڙي اڪيلڙ!



دوست تين ديوار، وو، يار،
قوم ڪري ڪنِ - تار، وو، يار،
ڪير ڪنائيندو هي دانهون؟
ڪير آگهائيندو هي آهُون؟

سنڌ تہ چا سنسار اتاريان،
ڪلڪ ڪري ڪوڪار، وو، يار،
ڪير ڪنائيندو هي دانهون؟

پُونءِ وارن ڪي پانءِ پيا چو،
آمِر جا اطوار، وو، يار،
ڪير ڪنائيندو هي دانهون؟

دهشت گردي، ڏاد وٺي وئي،
ارڏا ٿيا آزار، وو، يار،
ڪير ڪنائيندو هي دانهون؟

هيڏان هوڏان سونهن، سڪڻ جا،
سڄڻ پيا سهڪار، وو، يار،
ڪير ڪنائيندو هي دانهون؟

محبت، محنت، عزّت تائين،
ڪوبہ نہ منجهہ قرار، وو، يار،
ڪير ڪنائيندو هي دانهون؟

ڏاهن پيا سنسار، سمو ٻئي،
ديوارون پرمار، وو، يار،
ڪير ڪنائيندو هي دانهون؟

ايڪيهون سَن امن جو آهي،
پوڪاريو پولار اويار،
ڪير ڪنائيندو هي دانهون؟

پونءِ سڄي ڪي آهہ بخاري،
انساني آذار، وو، يار،
ڪير ڪنائيندو هي دانهون؟
ڪير اگهائيندو هي آهُون؟



باک ڦٽيءَ جي بانسري، هيءَ جا منهنجي شاعري.

برسي مند ملهار پٽي، مهڪي ساري ماتري،
هيءَ جا منهنجي شاعري.

ڪاڇي، ڪينجهر واءَ تي، جهومي جوئر، ٻاجهري،
هيءَ جا منهنجي شاعري.

هرٽي، شينهڻ عشق ۾، سورهيہ، سسئي آبري،
هيءَ جا منهنجي شاعري.

ماضي سونپي حال کي، آئيندي جي آنهري،
هيءَ جا منهنجي شاعري.

ليکا کهڙا لوءِ سان، ڪاڪا ناهيان ڪاڳري،
هيءَ جا منهنجي شاعري.

هلندو رهندو سلسلو، آءٌ چو سوچيان آخري،
هيءَ جا منهنجي شاعري.

در در سنڌو ديس جي، ڏيندي رهندي حاضري،
هيءَ جا منهنجي شاعري.

استاد آئيندي اچا، اُجري ٿيندي آڪِري.
هيءَ جا منهنجي شاعري.



ڪاڙهي پڙڪايون،
واچُنِ پهچايون،
باغي راڳيءَ جون، واٺن تي وايون.

شرنايون سورج شعاء،
ڪِرڻا ڪرنايون، واٺن تي وايون.

قلزم، ڪڪرن کي ڇيو،
پائر پرچايون، واٺن تي وايون.

ڪينجهر، منڇر سوچيو:
سنڌو سرچايون، واٺن تي وايون.

ڇو هي ڀميي ڀونءِ جي،
ڇتڙن ۾ ڇايون؟ واٺن تي وايون.

ڇو هي ٻنگيون ٻان ۾، (1)
جانيون ۾ جايون؟ واٺن تي وايون.

ڪاڏي ويون اقوام جون،
ڳالهيون جي ڳايون، واٺن تي وايون.

ڳڳيون روڳي موسمون،
آڳون جا ڳايون، واٺن تي وايون.

---

(1) ٻنگيون: ونگيون، سوڳهيون ٿيون، ڪڙجي ويو.
ٻان: يرغمالي ڪرڻ، ٻنگ لاءِ قيد ڪرڻ.

تاريخون تازيون ڪٽي،
تحــريڪـون آيـون، واٽن تي وايون.

جوٽيا نجِيوَن جهد ۾،
مـٽرسـالا، مـايـون، واٽن تي وايون.

آيون ٿٺي استاد هو،
آڏو آجـــايـــون،
باغي راڳيءَ جون، واٽُن تي وايون.



ڳاءِ تہ ڳايون!
پــر جــي ڳــائــي ڪــيــن ســگــهــون تــا-
ويهہ تہ ڳالهايون!

هوجي ڄڄّ ڦرائي بيــنا مــڙسالا، مــايــون.
وڄّ ڪيرائي جي نہ سگهـون تا-
گوڙ تہ گجرايون!

(1) وڪ وڪ تي بدبوءِ وڌي وئي، اوٺر اُٺرايون؛
اوٺر آڻي جي نہ سگهون ٿا-
جهٽونڪا ميڙايون!

ڇَپّي ڇپّي اوڇي سچ جو سورج چمڪايون،
سورج چمڪي جي نہ سگهي ٿو-
ڏيئا ٽمڪايون!

پورب، پڇّم هاڻ تہ پرچو، سڀ کي سمجهايون،
دنيا پرچي جي نہ سگهي ٿي-
سنڌ تہ سرچايون!

پَھرو ڏيٺو آھي ٻنين تي سُـوَرَ وجن تا کايون،
ٻـيلا جـاڳـي پونـدا پاٺـھـي-
ٻُوڙا جا ڳايون!

آمر کي استاد اندر جو، زھر تہ چکرايون،
پاپي ڏسندي ٻيو نہ تہ پَٽ تي-
ٿُڪَّ تہ اڇلايون.



در در گِهندِ گُڙايان،
ڪلف، ڪڙا ڪڙڪايان،
جاڳو،
لوڪو،
زلزلو!!

اوندهه اندوڪار ۾،
پڙڪيو بيٺو ڳايان. جاڳو،
لوڪو،
زلزلو!!

ڪيڏا سچ ڳڱاتيا،
مان ٿو مچ مچايان! جاڳو،
لوڪو،
زلزلو!!

هيءَ جا دهشت ديس تي،
پيڙا ٿيو ته پچايان! جاڳو،
لوڪو،
زلزلو!!

ڪيهون، رِيهون، ڪوڪرون،
ڪهڙي ڪُنڊ ڪنايان، جاڳو،
لوڪو،
زلزلو!!
سُهٽيون، نُوريون، مارويون،
ڪنهنجو سات سهايان، جاڳو،
لوڪو،
زلزلو!!

ڪلهي لاتم ڪالهہ ڪَي،
اُٿيو اڄ وڃايان، جاڳو،
لوڪو،
زلزلو!!

ڌرتيءَ سان استاد تو،
پنهنجو نينهن نڀايان، جاڳو،
لوڪو،
زلزلو!!



زَنگَ مرن زهريلا،
رُڪجن رَت جا ريلا،

مياٽي مياٽي مَرڪي!
مِٺي، پاٽِي جَرڪي!

سِينن ۾ ماتام مچي چو،
وايُن ۾ واويلا، مياٽي مياٽي مَرڪي!

ڏاڍ وڏايون آجو جَر تئي،
پور ڪرايون پيلا، مياٽي مياٽي مَرڪي!

ڏهر ڏهر ۾ شهر شهر ۾،
شاهه، سچل جا ميلا، مياٽي مياٽي مَرڪي!

چمڪن چيرون پيڪن پيرون،
الغوزا اربيلا، مياٽي مياٽي مَرڪي!

عيدون ڪن استاد بخاري.
تاريلا، ڪاچيلا، مياٽي مد ني مَرڪي!



توتي ڪيون ڪِيهان؟
جي هان – جي هان!

آهين ڪو اُستاد ڪرين پيو،
راڳ اندر ريهان–
جي هان – جي هان!
عشق ڏنو آواز ٻنپي تي،
ڪنڌ ڪپي، بيهان!
جي هان – جي هان!

ناتو توڙيان، اڄ تيڻي آ،
پاهڻ ڏي پِيِنهان–
جي هان – جي هان!

وِهہ نہ ڏنو تـئي، ويڻ ڏنو تـئي،
ڳالهَڻُ ڪيئن ڳِيهان؟
جي هان – جي هان!

شوق برابر شينهن بخاري،
شهر ٻچيا شِينهان- (1)
جي هان - جي هان!



(1) شينهان ڪتا.

مهلون قـومر مـلهايون،
کندبون، ڪِير ونـدايون،
گڏجو، جيڏيون ڳايون، سـوپون سـوڊِن جـون.

مانگر مَچ مچي هو آيا، گهنگهر آيا گهايون،
گڏجو، جيڏيون ڳايون.

ايندا ڳاڙها گهوٽ اُتوڙي، ميندي، مشڪ ملايون،
گڏجو، جيڏيون ڳايون.

اکين پيير رکن دل خوش ٿئي، وک وک وار وڇايون،
گڏجو، جيڏيون ڳايون.

پنهنجن جهونجهارن جون پنهنجي، جِيءَ ۾ جوڙيون جايون.
گڏجو، جيڏيون ڳايون.

سعيا تن جا ثاب بخاري، جن جا چايا، چايون،
گڏجو، جيڏيون ڳايون،
سوپـون سـوڊِن جـون.



گِزري ڪان خضدار،
وارو، وارو ڙي!
مانگر مڃ تي مار،
وارو، وارو ڙي!-

قاسم بَندر، سون مياڻي، گوادر ڏي،
پاڻيءَ تي پرمار،
وارو، وارو ڙي!

ڪُنبن مان، ڪوراڙ بلائون ڪيرايون،
گهنگهر ڪريون غار،
وارو، وارو ڙي!

دهشت گردي گند ڪيو آ، دفنايون،
پهچو آر ۽ پار،
وارو، وارو ڙي!

ايئم بم ابليس اولاريو بينو آ،
سهڪي پيو سنسار،
وارو، وارو ڙي!

ڌيان اتم آڪاس، اتان دل - ڌرتيءَ ڏي،
گيت مُڪم اوتار،
وارو، وارو ڙي!

ايڪيهون سَن آمن پڪاري تو استاد،
پـاتـاران پـولار،
وارو، وارو ڙي!



مَهڪن ڳوٺ مياٺيون،
مَرڪن ديس ڏياٺيون،

مانگر ماري آيا،
ڳائِن نينگر نياٺيون.

ميندي لاتي مند گلابي، لال ليون ۽ لاٺيون،
مانگر ماري آيا.

ڪارو سارو ماڻڪ، موتي، ڪاري آندر ڪاٺيون،
مانگر ماري آيا.

جيتر جر ۾ اوتون، جوتون، تيتر اڳتي تاٺيون،
مانگر ماري آيا.

ڪي. ٿو ڪان ڪيماڙي تائين، گهر گهر جون گڏجاٺيون،
مانگر:ماري آيا.

امن سڀئي انسان بخاري، آئيون موجون ماٺيون،
مانگر ماري آيا،
ڳائِن نينگر نياٺيون.



ڪُنبُ ننڍو آ،
مڇّ ننڍو آ،

گهاٽو جيڏو ربّ وڏو آ،
ايڏو پنهنجو عزم وڏو آ.

مانگر جر ۾ قهر ڪري ٿو، ٻَهر جڏو آ،
ڪُنبُ ننڍو آ...

ساگر جو بي انت لڳي ٿو، ٻانءِ ٻَڏو آ.
ڪُنبُ ننڍو آ...

هي جو هيڏو گهاٽو ٻيلو، گاهه - گڏو آ.
ڪُنبُ ننڍو آ...

تاڻي ڳوٺ حيات اڏيو جِت، موت - اڏو آ.
ڪُنبُ ننڍو آ...

ڪاهڪشان، تنبو ۾ ٻتيون، ٻونءِ تڏو آ.
ڪُنبُ ننڍو آ...

چاتہ وڏو پرمار پڏيو ٿي، هاڻ هڏو آ.
ڪُنبُ ننڍيو آ...

حق، ناحق جي جنگ بخاري، وڏو ڦڏو آ،
ڪُنبُ ننڍيو آ...



# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڃوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻَڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سپني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا:

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا:

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)